جون ١٩٣٨ع

# سنڌو

ايڊيٽر: ٻولچند ۽ سوهل راجپال

قيمت:- ڇهه آنا

چندو چار روپيه

# فهرست



---



---


هيءَ اخبار مسٽر بولچند وسومل راجپال بي. ايس سي. "راجپال پريس" ميان جي ڳوٺ ۾ ڇپي پڌري ڪئي.

جون ۱۹۳۸ع

# سنڌو

ايڊيٽر:- ٻولچند ۽ سوڀل راجپال

چندو چار روپيا

قيمت:- ڇهه آنا

# فهرست






هيءَ اخبار مسٽر ٻولچند وسومل راجپال بي - ايس سي "راجپال پريس" ميان جي ڳوٺ ۾ ڇپي پڌري ڪئي.




سال ۷]  جون ۱۹۳۸ع  [انڪ ۷۸

# هيِ ٻه آ، هو ٻه آ.

۱- تنهنجي رمز سهڻا مان ڇا سمجهان، آسان ٻه آ دشوار ٻه آ.
تنهنجي واعدي تي اعتبار ڪهڙو، اقرار ٻه آ انڪار ٻه آ.

۲- تون دور رهين بي نياز مولا، سڻ فريادي جو آواز مولا،
هن بيگناهه جي مارڻ لاءِ، گڏ تير ٻه، آ تلوار ٻه آ.

۳- هن بيوفا دنيا ۾ رهڻ، آ درد مصيبت غم جو سهڻ،
ناهي لوڪان سوا ڪو منهنجو خدا، آرام ٻه آ، آزار ٻه آ.

۴- جتي حسن تجلي نور ڏسان، هو سرو ۽ قمري مخمور ڏسان،
سڻ بلبل جي فرياد مٺا، جتي گل ٻه آ، اتي خار ٻه آ.

۵- دولت و زر جي پاس نه آهي، پڻ مهر وفا جي پاس نه آهي،
هن ساري جهان ۾ ناز غريب، زردار ٻه آ، نادار ٻه آ.

مرحوم هز هائينس مير عليnواز خان ٽالپر (ناز)




ليکڪ:- پروفيسر ڪي- اين واسواڻي، ايم-اي، ايل ايل-بي.

(۱) ڪم ڪندڙن ڪٽنبو.

جڏهن صبوح جي سانت جي سمندر ۾ پکين جي منڙن لاتين جون لهرون پئي اٿيون ۽ رستي جي ٻنهي طرفان گلن جي قطارن منجهان خوشيءَ جي گيتن جو آلاپ پئي ڪن پيو ۽ ڪڪرن جي وچان ئي وچان چمڪندڙ سون جي پکڙندڙ درياءَ پنهنجو تجلو پئي ڏيکاريو، ان وقت اسين پنهنجي ئي وات وٺي رمندا رهيا سون ۽ انهي منڊا ورگالي ۽ نرمل نظاري ڏانهن ڪوبه ڌيان نه ڏنو سون.

اسان نڪو آنند جا گيت اُچاريا نڪو کيل کيليا سين. خريد فروخت لاءِ اسين ڳوٺڙي ۾ به ڪين ويا سين. اسانجي چپن نڪي ڪجهه چيو نڪي وري ڪو انهن مشڪيو. اسين رستي ۾ ذرو به ڪين رليا سين. جئن ويو ٿي وقت گذرندو تئن اسين ويا سين ٿي پنهنجي وک تيز ۽ تکڙي ڪندا.

سورج ديوتا آسمان ۾ اچي براجمان ٿيو. پکي ڇانو ۾ مٺا ٻول ٻولي رهيا هوا. ڪوماڻل پن منجهند جي گرم هوا ۾ نچي ٽپي رهيا هوا. ريڍار ڇوڪر وڏي وڻ جي ڇانو هيٺ جهوٽا کائي سندر سپنا لهي رهيو هو. مون آسايش وٺڻ لاءِ پاڻکي پاڻيءَ جي نزديڪ ڪري پٽا ريو هو ۽ مان گاهه تي پنهنجون ٿڪل ٽنگون ٽيڙي آرام ڪري رهيو هوس.

منهنجا ساٿي مونڏانهن نفرت سان نهاري کل ٺٺولي ڪري رهيا هوا. انهن جون اکيون آسمان ۾ هيون ۽ هو بلڪل تيزيءَ سان وڃي رهيا هوا. انهن نڪي پٺيان نهاريو نڪي آرام لاءِ ترسيا. دور دور نظر کان غائب ٿيندا ويا. انهن گهڻيئي باغ لتاڙيا، ٽڪر ٽاڪيا ۽ عجيب غريب ڏيساورن جا ڏاڪڙا پرسو ڪيا. شاباس انهن اڪت راهه جي سوروين جي سينا کي!

ٺٺولي ۽ ڇيڻ گهٽوڻي مونکي اٿڻ لاءِ چيو مگر منهنجي دل اهو چيو نه ڪيو. مون پاڻکي ويچارو ۽ وڃايل ڪري جاتو، لاچاريءَ ۽ بيڪسيءَ جي حالت ۾ پاڻ کي پانير. انهيءَ سڪيميءَ جي حالت ۾ منهنجي دل ۾ هڪ عجيب خوشيءَ جو پاڇو نظر آيو.

منهنجي دل مٿان سوج جي ڪرڻن سان سينگاريل قدرتي ساوڪ جي گنڀير شانت پکڙجي ويئي. مونکي بلڪل وسري ويو ته مان ڇا جي تلاش ۾ ڦري رهيو هوس ۽ بنا ڪنهن ڪشمڪش جي مون پنهنجي دل کي گيتن ۽ نظارن جي حوالي ڪري ڇڏيو.

آخر جڏهن مان ننڊ جي گود مان سجاڳ ٿيس ۽ پنهنجون اکيون کوليم ته مون توکي پنهنجي نزديڪ ڏٺو ته تون منهنجي ننڊ ۾ پنهنجي مرڪ جي آنند سان ور ڪري رهيو هئين. ڪيترو نه مونکي ڀئو هو ته رستو لنبو ۽ ٿڪائيندڙ هوندو ۽ تو وٽ پهچڻ لاءِ ڪوشش بلڪل سخت ڪرڻي پوندي.

(٢) جو ڏنو سو پاتو.

در در ڳوٺڙي جي پيچري تي مون ڀڪيا پني هئي ته دور کان تنهنجو سونهري رٿ مونکي هڪ سندر سپني جيان نظر آيو ۽ دل تي دل ۾ مون پاڻ کان تعجب ۾ پڇيو ته هي شاهن جو شاهه ڪير هوندو؟

منهنجون اميدون آڪاس ۾ اوچ اسريون ۽ مون سمجهيو ته منهنجا مفلسيءَ جا ڏينهن هاڻي ختم ٿيا ۽ مان رڳو گهري خيرات ملڻ لاءِ ترسي بيٺس ۽ سمجهيم ته منهنجي چوگرد خود مٽيءَ تي ڌن جا ڍڳ نهي ويندا.

تنهنجو رٿ اچي منهنجي اڳيان اچي ڪڙو ٿيو. تنهنجي نظر مون تي پيئي ۽ تون مرڪندو هيٺ هلي آئين. مون پاتو ته اڄ آخر منهنجي قسمت کلي هئي. اوچتو تو پنهنجو ساڄو هٿ ڊگهو ڪري چيو ته ڪهڙي پيٽا تو تون مونکي ڏين؟

اهو ڪهڙو نه شاهاڻو چرچو هو. ته تون پنهنجو هٿ کولي هڪ پينوءَ کان پنين؟ مان مونجهي بيهي رهيس ته ڇا ڪريان ۽ پوءِ پنهنجي ڳوٿريءَ مان آهستي آهستي اَن جو هڪ ننڍڙي ۾ ننڍڙو داڻو ڪڍي ڪري مون توکي ڏنو.

منهنجي تعجب جي حد ئي نه رهي جڏهن ڏينهن ختم ٿيڻ سان مون پنهنجي ڳوٿري پٽ تي کولي ۽ ڏٺو ته ٿامي جي ڍڳ ۾ سون جو ننڍڙو هڪ ذرڙو چمڪي رهيو هو. مون زار زار روئي چاهيو ته جيڪو مان پنهنجو سڀ ڪجهه توکي ڏيئي ڇڏيان ها.



# ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارو رسالو

(۵)

ليکڪ:- مسٽر ڀيرومل مهرچند آڏواڻي.

## صحيح پڙهڻين جي ضرورت

رسالي جي اڀياس لاءِ ٻه ڳالهيون ضروري آهن: هڪڙي صحيح پڙهڻيون ۽ ٻي صحيح معنائون. معنائن جو مدار پڙهڻين تي آهي. جيڪڏهن ڪا پڙهڻي ڦري، ته معنوي ٻا ٺمرادو ڦري ويندي. انهيءَ سبب ٻهراڻ ۾ مکيه ڳالهه ته رسالي جون صحيح پڙهڻيون ملن. پر رسالي جي صحيح پڙهڻين ملڻ ۾ گهڻي مشڪلات ٿئي ٿي. اها مشڪلات ڇو ٿي ٿئي، ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي انهن مشڪلاتن مان ڪيتري قدر لنگهي پار پيو آهي، تن ڳالهين کولڻ لاءِ رسالي جي جڙڻ ۽ ڇپجڻ جي مختصر تاريخ جو ذڪر ڪرڻ ضرور آهي. هن باري ۾ ڪي اهڙيون ٻه حقيقتون ڄاڻايان ٿو، جن جي ڪيترن کي ڪل به ڪانهي، ته ڀلي ته اهي سڀ ڳالهيون "سنڌو" ۾ هڪ هنڌ هيڪانديون هجن.

## رسالو ڪئن جڙيو؟

سنه ۱۸۹۷ع ۾ مرحوم شمس العلما مرزا قليچ بيگ "احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي" ڇپائي پڌرو ڪيو هو. انهيءَ ڪتاب جي صفحه ٦٩ ۾ لکيو اٿس ته "شاهه عبداللطيف پنهنجي هٿ سان ڪي به ڪين لکيو. جيڪو ڪلام چيائين ٿي، سو جدا جدا وقتن تي ۽ جدا جدا جاين تي ۽ چيائين به زباني ۽ عجيب ٿي، جو سندس مريد ۽ فقير لکي وٺندا هئا ۽ پوءِ پيا ڳائيندا هئا. انهيءَ طرح فقيرن شاهه جا ڪلام ٿي گڏ ڪيا، جي پوءِ شاهه صاحب پنهنجي وفات کان ٿورا ڏينهن اڳ هٿ ڪري، ڪراڙ ڍنڍ ۾ اڇلائي ڇڏيا. سندس مطلب اهو هو ته متان عاصي ماڻهو اهو ڪلام نه سمجهن ۽ درويشن جي ابتن تون لي! گمراهه ٿي هلن، يا اجائي شڪايت ڪن. پر سندس وفات کان پوءِ اڇا ڪو ڪتاب ڪنهن فقير وٽ رهيو پيو هو، جو پوءِ فقيرن ڀيٽي صحيح ڪري، سو موجب جوڙي گڏ ڪيو ۽ اهو ٿيو شاهه جو رسالو".

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پنهنجي رسالي جي مقدمي واري صفحه ۱۵۸ ۽ ۱۵۹ ("مقدمه لطيفي" جي صفحه ۲۱۳) ۾ لکيو آهي ته "ڪي چون ٿا ته انهن جلدن مان هڪ اڌ نسخو ڪنهن فقير وٽ رهجي ويو ۽ ڪي وري چون ٿا ته جلدن ٻوڙجڻ تي شاهه جي مريدن ۽ فقيرن واويلا مچائي ڏني. انهيءَ تي شاهه کي رحم اچي ويو، ۽ پنهنجي هڪ مريداڻي

ماڻي تيامت (نعمت) جنهنکي گهڻا بيت بر زبان هئا، تنهنکي فرمايائين، ته مونکي سندس ڪلام لکارائي. جڏهن اهو نسخو تيار ٿيو، تڏهن شاهه انکي پنهنجيءَ نظر مان ڪڍي، انجي تصديق ڪئي ۽ فرمايائين ته سندس ڪيترو ڪلام صحيح نقل ڪيو ويو هو. انهيءَ نسخي کي "گنج" ڪري ٿا سڏين. اوائل ۾، اهو "گنج" شاهه صاحب جي وڏي خليفي، تمر فقير، جي قبضي ۾ سپرد ڪيو ويو هو، ۽ اڄ تائين به سندس پويان انجي حفاظت ڪندا اچن. "گنج" ۾ شاهه جا بيت، بنا ڪنهن ترتيب يا سلسلي جي، درج ٿيل آهن. شاهه صاحب جي وفات کان ٿوروئي پوءِ فقيرن بيتن کي مضمون موافق ورهاري، سرن جي صورت ۾ آندو".

مرزا صاحب توڙي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ هيءَ حقيقت به ڄاڻائي آهي، ته شاهه جو رسالو اصل ۾ ننڍو هو ۽ پوءِ بيتن جا بيت بلڪ سرن جا سر، جي ڌاريو ڪلام آهن، سي رسالي ۾ گڏجي ويا ۽ جنهنڪري رسالو وڏو ٿي پيو. مرزا صاحب پنهنجي انهيءَ ڪتاب جي صفحي ٧٠ ۾ سر بيراڳ هندي، هير رانجهو ۽ ڍول مارئي وغيره جي ذڪر ڪندي لکيو آهي ته "ڀاسجي ٿو ته شاهه صاحب وٽ انهن سرن ۾ ڳائيندا هئا، تنهنڪري ڪٺي ائي لکيا اٿن. ڪن جاين تي شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جا بيت آهن". هاڻ چڱي طرح سمجهڻ ۾ ايندو، ته اوائل واري وقت ۾ ٿي شاهه جي ڪلام سان ڌاريو ڪلام گڏجي مسجي ويو هو.

هيءَ سڀ ڳالهيون لکيت ۾ آهن. هاڻ مان هڪ زباني ڳالهه ٻڌايان ٿو. ١٥ نومبر ١٩٢٤ع جي مــان ڪاليج ۾ مقرر ٿيس ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان سنگت ٿيم، تنهن کان سگهو ئي پوءِ سجاده نشين درگاهه ڀٽائيءَ جي، منهنجي روبرو، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي چيو، ته "هن وقت "گنج" مان ڪي ڪي بيت اهڙا پيا لڀن، جي رسالي جي ڪنهن به نسخي ۾ اڃا درج ٿيل نه آهن". مطلب ته رسالي جا جيڪي به نسخا موجود آهن، سي سڀ اڻپورا آهن ۽ ڪو ڪلام آهي، جو اڃا ڇپيو ئي ڪونهي، تنهنڪري "سچو رسالو" جنهنکي چئجي سو آهيئي ڪونه. هاڻ اچو موجود نسخن تي.

## ٽرمپ صاحب وارو رسالو

شاهه جو رسالو اڳي ڪن ماڻهن وٽ هٿ اکري لکيل هو. پهريون ئي پهريون عالم جنهن اهو ڇپائي پڌرو ڪيو، سو ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ هو. هو صاحب پادري هو ۽ جرمنيءَ جو رهاڪو هو. ٻوليون سکڻ جو ته ڪو ڪوڏيو هو. سنڌ ۾ اچي، سنڌي ٻوليءَ جو جهڙو اونهو اڀياس ڪيائين تهڙو خود اسانجن سنڌين مان ڪيترن اڃا ڪونه ڪيو آهي. هن ڳالهه جي ثابتي سندس جوڙيل سنڌي گرامر مان ملي ٿي، جو اڄ تائين سند ڪري ليکجي ٿو. سندس گرامر مان هيءَ ڳالهه به پڌري پٽ ظاهر ٿئي ٿي، ته هو صاحب سنسڪرت، پراڪرت، هندي ۽ پنجابي، گجراتي، مرهٽي وغيره جو به چڱو ڄاڻو هو ۽ علم لغات يا ڀاشا وگيان (Philology) ۾ به ماهر هو. پنجاب ۾ رهي

پنجابي جو به اهڙو اڀياس ڪيائين، جهڙو سکن جي گرنٿ صاحب جو ترجمو ڪيائين. البت اها شڪايت آهي، ته گروجن جي ٻاڻيءَ جو پورو پورو ترجمو جنهن کي چئجي سو ڪونه ڪري سگهيو آهي، ته به شاباس لهڻائين، جو ڏاڍو ماٺو ٿي، ايترو پورهيو ڪيائين. بلوچستان ۾ ويو، ته پشتو ٻوليءَ جو نهايت عمدو گرامر جوڙيائين، جنهن ۾ چٽيءَ ريت ڏيکاريو اٿس ته پشتو ٻوليءَ تي سنڌيءَ جو ڪهڙو ۽ ڪيترو اثر ٿيو آهي. پڇاڙيءَ ۾ ويچاري جي نرت ٿي وئي يعني سورداس ٿي پيو، ته تڏهن به پنهنجون نشانيون اڃا به ڪي وڌيڪ ڇڏي ها.

هن صاحب سنڌ ۾ اچي، شاهه عبداللطيف جو احوال هٿ ڪيو، جو جرمني ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپايائين ۽ اهو جرمن لوڪ ۽ ٻيا ڪي يوروپ جي جرمن ٻولي ڄاڻن، سي چاهه سان پيا پڙهن. اسان جي لاءِ شاهه جو رسالو جرمنيءَ جي لپسيا (Leipzig) شهر ۾ سنه ١٨٦٦ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين، جو انهن ڏينهن ۾ اسان وٽ ڇاپخانا ڪين هئا. تن ڏينهن ۾ هاڻوڪي عربي سنڌي صورتخطي هئي، جا جولاءِ ١٨٥٣ع ۾ ٺهي هئي ۽ پر انهيءَ ۾ ڪيتريون غلطيون ڏسڻ ۾ آيس، تنهنڪري رسالي لاءِ صورتخطي به پنهنجي جوڙيائين. نموني لاءِ سنڌس رسالي مان ٻه سٽون ڏيان ٿو، ۽ هر هڪ سٽ جي هيٺان هاڻوڪي صورتخطيءَ ۾ اهي ساڳيون سٽون پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ لکان ٿو

١- ٻانهين سنڌا ٿي ٻانڌ، ٻانڌ کو ٻانڌ لهي،
ٻانهين سنڌا ڻي ٻاڻ، ٻاڻ کو ٻاڻ لهي.

٢- مٺها ٿان مٺو گهڻو، ڪڙو ناهه ڪلام،
مٺا ٿيان مٺو گهڻو، ڪڙو ناهي ڪلام.

هيءَ صورتخطي ٻڌايائين مونجهاري کاڌي پئي لڳي ۽ پر ڪجهه وقت اڀياس ڪرڻ کانپوءِ ڪو به ماڻهو انهيءَ تي هري سگهي ٿو. انهيءَ هوندي به وقتي ڪٿي ڪريلجي ته عجب ڪونهي.

ٽرمپ صاحب پنهنجي رسالي جي ديباچي ۾ لکيو آهي، ته کيس ٻه ڇهونا عمدا قلمي نسخا هٿ آيا، جي هڪ هوشيار پڙهيل ڏيهيءَ پيٽي، سنڌس لاءِ نسخو تيار ڪيو. آڳاٽا سڀ سنڌي ڪتاب قديم صورتخطي ۾ لکيل آهن، ۽ اکر پيچي اٿن. ڊاڪٽر ٽرمپ کي شايد انهيءَ پڙهڻ ۾ تڪليف ٿي، تنهنڪري ٻئي ماڻهوءَ جي مدد وٺڻي پيس. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ رسالي جي تصنيف ۽ تاليف جي ذڪر ڪندي، ٽرمپ صاحب بابت چيو آهي ته ”افسوس جو نسخن مقابل ڪرڻ جو ڪم، سچو پنهنجي سر نه ڪيائين. مٿي ڄاڻايل ڏهي صاحب انهن نسخن جو پورو قدر نه ڪيو؛ جنهن ڪري ٽرمپ واري رسالي ۾ ڪيتريون خاميون رهجي ويون ...... نسخن جون ڪي پڙهڻيون ڏهي صاحب کي سمجهڻ ۾ نه آيون آهن، جن جي بدران خودڪشيديون پڙهڻيون ڏنيون ويون آهن“.

هن حقيقت مان ظاهر آهي ته ٽرمپ صاحب جي وقت ۾ ٿي رسالي جا ڪي دستخط موجود هئا، جن مان ٻه کيس هٿ آيا ۽ انهن ۾ ڪجهه ڦير هو، جنهنڪري انهن جي ڀيٽڻ جي ضرورت ٿي. مان چئي

نٿو سگهان ته جنهن هوشيار پڙهيل ڏاهي جي مدد سان ٽرمپ صاحب پاڻ وارو رسالو تيار ڪيو، تنهن سچ پچ ڪي خود ڪشيدن پڙهيون لکيون آهن، يا خود انهن قلمي نسخن ۾ ڪي غلطيون هيون. ايترو چوندس ته ٽرمپ صاحب وارو رسالو گهڻن نسخن کان چڱو آهي. اهو به ثابت ڪري ڏيکاريندس، ته سندس رسالي جون ڪي ڪي پڙهيون خود ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارن ڪن ڪن پڙهين کان وڌيڪ صحيح ۽ سهڻيون لڳن ٿيون. ٽرمپ صاحب واري رسالي ۾ هيءَ به هڪ خوبي آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پاڻ به لکيو آهي ته ”هڪ وڏي خوبي منجهس هيءَ آهي ته جيڪي وايون درج ڪيون ويون آهن، سي درحقيقت شاهه جون آهن، جن جي عيوض ٻين ڇاپن، ۽ پٽ ۽ بلڙيءَ وارن نسخن ۾، ناچيز ۽ مسخرن واريون وايون داخل ٿيل آهن“. انهن خوبين هوندي به ٽرمپ صاحب وارو رسالو ”صحيح ۽ سچو نسخو“ ڪوٺي نٿو سگهجي. ٽرمپ صاحب کي بوطانيه (بوٽش) سرڪار پئسي جي چڱي مدد ڪئي هئي، ته به سو مارئي ۽ پيا اڻ ڏٺا سُر ڇپائي ڪين سگهيو. جيڪو مضمون هينئر رسالي ۾ آهي تنهن ۾ ڪٿي ڪٿي سهوون ۽ ٻيون غلطيون آهن، جنهن ڪري چوڻو پوي ٿو، ته ”صحيح ۽ سچو نسخو“ جنهنکي چئجي سو ڪونهي ۽ ته به گهڻن نسخن کان چڱو آهي.

## ٻمبئيءَ ڇاپي وارو رسالو

ڊاڪٽر ٽرمپ پاڻ وارو رسالو سنه ١٨٦٦ع ۾ ڇپايو، ته ٻئي سال ١٨٦٧ع ۾ قاضي ابراهيم جي سعيي سان شاهه جو رسالو ٻمبئيءَ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. انهيءَ جي صورتخطي به اڳاٽي ۽ ٽرمپ صاحب واري صورتخطي کان علحدي آهي. ٻيا به تفاوت آهن. ٽرمپ صاحب وارو رسالو لوهي ڇاپي ۾ ۽ صفا ڇپيل، ۽ هي پٿر جو ڇاپو، اکر ٻيجي ۽ ٻه ٻه بلڪ ٽي ٽي لفظ پاڻ ۾ منجها ٿيندڙ نموني ڳنڍيل آهن. نموني لاءِ هڪ سٽ ڏجي، انجي هيٺان اها ساڳي سٽ هاڻوڪي صورتخطيءَ ۾ ڏيان ٿو.

تو نه ڳري تور، توه منڪادو مهار ڏي
تڙ نه گهڙي تور، توءِ من ڪاڍو مهار ڏي
(سهڻي)

هتي به لفظ ”من ڪاڍو“ گڏي منڪادو لکيو اٿن.

ٻمبئي ڇاپي واري رسالي ۾ ڪيترائي اهڙا بيت، بلڪ سُرن جا سُر آهن، جي ٽرمپ صاحب واري رسالي ۾ ڪينهن. ڌاريو ڪلام به جيترو نسخي ۾ آهي، ايترو ٻئي ڪنهن به نسخي ۾ ڪونهي. هيءُ رسالو به ضرور ڪنهن دستخط نسخي تان تيار ٿيو هوندو. انهيءَ مان هيڪاري وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو، ته اڳي رسالي جا علحدا علحدا دستخط موجود هئا، جنهنڪري هيءُ رسالو ٽرمپ واري رسالي سان ملي نٿو اچي.

## ٻمبئيءَ جو ٻيو ڇاپو

مرحوم مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب ”احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ“ جي صفحه ٦٩ ۽ ٧٠ ۾ رسالي جي ڇپجڻ جي ذڪر ڪندي ڄاڻايو آهي، ته ”هڪڙو ٽرمپ صاحب جي اهتمام سان جرمنيءَ جي ليپزگ شهر منجهه ١٨٦٦ع ۾ ڇپيو ۽ ٻيو

قاضي صاحب ابراهيم جي سعيي سان بمبئي منجهه ١٨٦٧ع ۾ ڇپيو. معلوم ٿو ٿئي، ته ٽيون ڇاپو به بمبئي جو آهي، جو اڇا به غلط آهي. پهرين ڇاپ لوهي قلم ۾ آهي ۽ ٻي ڇاپ هٿ جي لکيل آهي. پويون نسخو بمبئي جي ڇاپ وارو اصلوڪي رسالي جو نقل چوڻ ۾ اچي ٿو." مطلب ته مرزا صاحب جي لکڻ موجب بمبئي ڇاپي وارو هٿ جو لکيل (لٿوگراف) نسخو اصلوڪي رسالي جو نقل چوڻ ۾ اچي ٿو، پر آهي اهو به غلط.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ به مٿي ذڪر ڪيل ڳالهه ڏي اشارو ڪري، پنهنجي رسالي جي منڍ واري صفحه ١٦٨ ۽ ١٦٩ ("مقدمه لطيفي" جي صفحه ٢٢٧) ۾ لکيو آهي ته "ڪن ماڻهن جي دل ۾ وهم ويٺل آهي، ته اهو ڇاپو (بمبئي وارو) اصلوڪي رسالي جو سچو نقل آهي. پر هن ڇاپي جهڙو ردي نسخو هڏهين هٿ نه ايندو. سنڌ ۾ جيڪو به ڪن ڪچري جهڙو ڪلام، جو شاهه جي نالي ڳائيندا آهن، يا جيڪي بيت مسخرا مجلسن ۾ راند وجهندي چوندا ويندا آهن، سي سڀ، سواءِ ڪنهن تميز جي منجهس ٺڪيا ويا آهن."

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پنهنجي رسالي جو "مقدمه" (مهاڳ) ڪٿي ڳوڙهو ۽ گنڀير ٿي لکيو آهي، ته ڪٿي وري پنهنجي لکڻ ۾ هٺ گهڻو گهلائي ڏيکاري اٿس. رسالي جي هر هڪ نسخي کي عزت جي نگاهه سان نهارڻ واجب آهي. البت اهي مٿيان لفظ شاهه صاحب جي بيتن بابت ڪين چيا اٿس، ته به ڪنهن ڌارئي جي ڪلام بابت هن ريت لکڻ نٿو جڳائي. مونکي خبر نه آهي ته قاضي ابراهيم ڪير هو، جنهن بمبئي ڇاپي وارو رسالو ڪڍيو؛ پر ايترو چئبو ته صدق وارو مؤمن هو، جنهن ڪري ٿي تڪليف ورتي هئي ۽ لڪل خزانو ظاهر ڪيائين. اهو سچ آهي ته منجهس سهوون ۽ ٻيون غلطيون گهڻيون آهن، جنهن ڳالهه جو مرزا صاحب به ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ نسخي جا ڪيترائي بيت، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پنهنجي رسالي ۾ ڪين ڏنا آهن. اهو ئي سبب هو، جنهنڪري مسٽر جيٺمل پرسرام سنڌس رسالي جي پهرين ئي جلد ڇپجڻ شرط اعتراض اٿاريو هو. پر مان پنهنجي سوانهيءَ ڳالهه تي ڪو به اعتراض ڪو نه ٿو اٿاريان. هن لاءِ سبب آهن. هڪڙو ته بمبئي ڇاپي واري رسالي جا ڪي بيت مونکي پاڻ اهڙا پيا لڳن، جي شاهه صاحب جا چيل ئي ڪين ٿا ڀانئجن. مثلاً سر سهڻيءَ جي داستان ستين جي پڇاڙيءَ ۾ هي ٻه بيت ڏنل آهن:-

(١) ٻارهن ڪن، ٻٽيهه تڙ،
تڙ تڙ مٿي نانگ،
عشق جني جو سانگ،
ٻهان سي نه ٻڏنديون،

(٢) ٻارهن ڪن، ٻٽيهه تڙ،
تڙ تڙ لـي پٿون،
اُنيو آڌيءَ رات ۾،
سهڻي ڏني سٿون،
ڇڏيو ڪيو ڪٿون،
لـڌي لهرين وچ ۾.

(٣) پارهن ڪن، پنهل لڙ،
لڙ لڙ مٿي لوٽ،
(٤) عشق جني جو قوت،
ڄهان سي نه ڀڄنديون.
پارهن ڪن، پنهل لڙ،
لڙ لڙ اُلي جوءِ،
هيڪڙي رهي پوءِ،
پيون مڙيئي لنگهيون.

اهو سچ آهي ته هنن بيتن ۾ ”ڄهان سي نه ڀڄنديون“ لفظ ڪم آيل آهن، جي شاه صاحب ٻئي هنڌ به ڪم آندا آهن:-

”ساڻي جني سچ، ڄهان سي نه ڀڄنديون.“

پر انهيءَ سبب انهن کي ڇنبو ته مٿيان بيت به انهيءَ جا جوڙيدار آهن.

مٿين بيتن جي مضمون تي به ڌيان ڏيڻ گهرجي. مونکي دل سان نٿو لڳي ته ”لڙ لي پئون،“ ”لڙ لڙ لي لوٽ“ ۽ ”لڙ لڙ لي جوءِ“ شاه صاحب جا چيل لفظ آهن. پر هيڏانهن ڳالهين تي هوڏ ڀڏي کين سگهجي. اسين ڪو شاعر جي بيت مان ڪهڙي کين نڪتا آهيون، جو هوڏ ڀڏي چئون ته هيءَ ڳالهه هون نه آهي، هئن آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ بمبئي ڇاپي واري رسالي تي ڌيان ڏنو آهي، ۽ انهيءَ ڇاپي واريون عليحديون پڙهڻيون ڏنيون اٿس. باقي ايترو ڪيو اٿس، جو جيڪي بيت رڳو انهيءَ نسخي ۾ آهن، ۽ ٻئي ڪنهن به نسخي ۾ ڪينهن، سي سڀ ڌاريو ڪلام سمجهي ڇڏي ڏنا اٿس. ائين ڪيو اٿس ته خوشي سندس، جو اسين به ڪا ٿ ٻتي ڏيئي کين سگهنداسون، ته اهو سچ پچ شاه صاحب جو ڪلام آهي. گهڻو مٿو ته ڪٽي ائين سمجهنداسون ته سچو رسالو ته، هو ”منتخب“ ڪيو اٿس. مکيه ڳالهه جا اسانکي ڏسڻي آهي، سا هيءَ آهي، ته جيڪي به لکيو اٿس، تن جي صحيح پڙهڻين ۽ صحيح معنائن ڏيڻ ۾ ڪيتري قدر سو پارو ٿيو آهي. جيڪي بيت نه ڏنا اٿس، سي بمبئي ڇاپي واري رسالي ۾ قائم بيٺا آهن، تنهنڪري ڊان پنهنجي سر اها ڪا وڏي ڳالهه نٿو ليکيان.

بمبئي ڇاپي واري رسالي جي ٻي هڪ مکيه ڳالهه جا ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ به ڪانه جاچي آهي، مثلا

”همت جي ميدان ۾ عاشق ٿي آچام“
(يمن ڪليان ٦)

آچام معنيٰ هدف يا نشان جو چنڊي (Target). اهو اصل پارسي لفظ آهي ”آماچ“ ۽ پر سنڌيءَ ۾ انجو اچار ٿي اوندو! هيءَ معنيٰ اصل، مرحوم آخوند احمديءَ پٽ واري پڌائي هئي، نه ته چڱا چڱا پارسي ڄاڻو به اهو لفظ سمجهي نٿي سگهيا. بمبئي واري نسخي تيار ڪرڻ جو ڪم قاضي ابراهيم پاڻ ڪيو يا ٻين ڪان به مدد ورتي هوائين، سو مان چئي نٿو سگهان؛ باقي انهيءَ رسالي مان ايترو ظاهر آهي، ته اهو ”اچام“ لفظ نه سمجهي سگهيا آهن، ته اهو لفظ ٿي قبوائي، انجي بدران لکيو اٿن ”اجام“ ۽ رسالي جي حاشيءَ تي انجي معنيٰ لکي اٿن ”شينهن جو ٻچو“! هن مان ظاهر آهي ته مصراع جي معنيٰ هئن سمجهي هوائون، ته، ”اي عاشق،

محبت جي ميدان ۾ شير جو ٻچو يعني بهادر ٿي پيو". هن هڪڙي مثال مان ثابت آهي ته جيڪو لفظ ڪين سمجهڻ ۾ نه آيو آهي، سو پنهنجي موضيع لي ڦيرائيندا ويا آهن!!! خود ٻمبئي چاپي واري مولف قبول ڪيو آهي، ته برابر ڪٿي ڦيرڦارون ڪيون ائس. هيڙي نسخي تي ڪيترو قدر ڀروسو ڪرڻ گهرجي، تنهن ڳالهه جو فيصلو پڙهندڙ پاڻ ڪن. هيءَ ڳالهه ٻڌو پا ٿين ديوان ليلارام سنگهه سنه ١٨٩٠ع ڌاري ڇاپي هئي. پنهنجي رسالي جي لغت ۾ "تلاش" ۽ "اڇام" لفظن جي معنيٰ ڏيندي، اهي ڳالهه جو ذڪر ڪيو ائس. اها اٽڪل ٽيهن ورهين جي ڳالهه موٽکي به هينئر هڻ ليڪن لکندي ياد پيئي آهي.

## تعليم ڪاتي وارو رسالو

سنه ١٩٠٠ع ۾ تعليم ڪاتي وارن شاهه جو رسالو هاڻوڪي صورتخطيءَ ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. انهيءَ منڍ ۾ ڄاڻايل آهي، ته جڏهن ملٽن صاحب سنڌ جو ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر هو، تڏهن هن صاحب ڀٽ واري رسالي تان هڪڙو نقل تيار ڪرايو هو. اهو دستخط سنڌ جي ايڊيوڪيشنل ٽرانسليٽر کي موڪليو ويو، جنهن ٽرمپ صاحب واري رسالي، ٻمبئي چاپي واري رسالي، ۽ هڪ ٻئي دستخط رسالي سان ڀيٽي ۽ سڌاري تيار ڪيو. تنهنکانسواءِ ٽرمپ صاحب واري رسالي ۾ سر ڪاپائتيءَ جي بيان جيڪا "معه" ڏنل آهي، ۽ ٻمبئي چاپي واري رسالي ۾ سر سسئي آبري ۽ سر رامڪليءَ جي بيان جيڪي سي حرفيون (ٽيهه اکريون) ڏنل آهن، سي به هن ۾ داخل ڪيون ويون آهن. مطلب ته اهو ڪلام جو اڪثر ڌاريو ڪري ليکيو آهي، سو به هن ۾ گڏيو ائين. انهيءَ ڀيو به ڪيترو ڌاريو ڪلام آهي.

موٽکي ذاتي خبر آهي، ته هي ٽئون رسالو سو ڳوٺاسي راءِ بهادر ڪوڙيمل چندن مل کلناڻيءَ سوڌي تيار ڪيو هو. هو صاحب انوقت حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج جو پرنسپال هو ۽ سنڌ جو ايڊيوڪيشنل ٽرانسليٽر به پاڻ هو. رسالي جا "پروف" سو ڳوٺاسي ماستر اوڌوداس ستوامداس جا ڇپيا هئا جنهنجو جوڙيل ڪتاب "پانما لاء" اڄ تائين مشهور آهي. رسالي جو سمورو ڪم اڃا پورو ٿي ڪين ٿيو، ته ديوان ڪوڙومل پينشن تي ويو. سندس جاءِ تي ديوان تاراچند شوقيرام (هاڻ "راءِ بهادر") حيدرآباد جي ٽريننگ ڪاليج جو پرنسپال مقرر ٿيو، جنهن رسالي جو باقي رهيو کهيو ڪم پورو ڪري، ديباچي تي صحيح پاتي. موٽکي انهن حقيقتن جي پو وقت سڌ هئي. انهيءَ وقت ڌاري مرزا قليچ بيگ، ديوان ڪوڙومل ۽ مان پنهنجا ڪتاب "قيصر پريس" حيدرآباد ۾ ڇپڻ لاءِ ڏيندا هواسين. انهيءَ پريس ۾ هتي پنهنجي سنڌي عالمن سان منهنجي واقفيت ٿي ۽ پوءِ پريس جو نالو وڌيو، جو لوڙ تائين هلندو آيو. انهيءَ پريس جي نالي سبب مان ديوان ڪوڙيمل وٽ ٽريننگ ڪاليج ۾ گهڻو ويندو هوس، ۽ انهن ڳالهين جي سڌ پيم. هي ٽئون رسالو ڇپجي پڌرو ٿيو، ته پو وقت ٽرمپ صاحب واري رسالي ۽

بمبئي ڇاپي واري رسالي سان ڀيٽيم، ته مون کي منجهس ڪي ڇاپي جون چوڪون ۽ ڪي نوان گهوٽالا نظر آيا. ٻئي رسالي جي غلطين لاءِ ڪو به هڪ ڇٽو جوابدار هجوئي ڪونه، پوءِ ڏوهه ڪنهن کي ڏجي؟

سنه ١٩٠٠ع ۾ ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي ڪراچيءَ جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ بي. اي ڪلاس ۾ هو. انهيءَ سال سندس ٽهڪ سان ڪاليج مسيلني جاري ٿي، جنهنجو باني ۽ مکيه مهتمم پاڻ هو. مون سان ورهين کان رستو هوس، تنهنڪري مسيلنيءَ جي پهرئين پرچي لاءِ، سندس چوڻ تي، ليک سنڌيءَ ۾ مون لکي ڏنس، جي منهنجي صحيح سان ڇاپي پڌرا ڪيائين* هن تنهن رسالي جو سمالوچنا به لکي موڪليو مانس، جو مسيلنيءَ جي ١٩٠٠-١٩٠١ع واري پرچي ۾ منهنجي صحيح سان ڇاپي پڌرو ڪيائين. مسين مسين نئون رسالو هاڻوڪيءَ صورتخطيءَ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو، تنهن ۾ به غلطيون، سو انهيءَ ڳالهه جو ايترو نه ويچار ٿيس، جو مون واري ليک جي پاسي کان، هڪ ٽلهو نشان ڪيئي، مسيلنيءَ جو پرچو تعليم کاتي وارن کي ڏياري موڪليائين، ته هنن جون اکيون پٽيون. گهڻوئي چڙ پولو پيدا ٿيو ۽ پر ڪو هڪ ڇٽو جوابدار هجوئي ڪونه. اڄ انهيءَ ڳالهه کي اٺٽيهه ورهيه ٿي ويا آهن، ته به درستين ڪرڻ ڏاران، اهو رسالو اڃا اُئين جو اُئين پيو ڇپجي! هتي وجهه وٺي، سنڌ جي ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن کي عرض ٿو ڪريان ته بنا دير، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پارن جي، هڪ ننڍڙي ڪاميٽي مقرر ڪري جا انهيءَ رسالي سڌارڻ جو ڪم ڪري. مون کي جيڪڏهن خدمت ڪرڻ جو وجهه ملندو، ته گهڻي خوشيءَ سان، بنا ڪنهن اجوري جي، ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. قاضي صاحب جلد پينشن تي وڃڻو آهي. تعليم کاتي سان الوداع ڪرڻ کان اڳ، جيڪڏهن هيءُ ضروري ڪم ڪري، سنڌ سان پنهنجا پال پلائيندو، ته سنڌ جي ساهت ۾ سندس نالو هميشه لاءِ ياد رهندو. منهنجو ڪم عرض ڪرڻ، اڳلن جي اختيار.

## مرزا صاحب وارو رسالو

سنه ١٩٠٠ع ۾ تعليم کاتي وارن رسالو ڇپائي پڌرو ڪيو، ته مرحوم مرزا قليچ بيگ اهو ٽرمپ صاحب واري رسالي ۽ بمبئي ڇاپي واري رسالي ۽ ڪن دستخط نسخن سان ڀيٽيو. عجب ته اهو، جو ڪو به نسخو منڍ کان وٺي پڇاڙيءَ تائين هڪٻئي سان ملي ٿو اچي. هڪڙن نسخن ۾ هڪڙا بيت، ته ٻين ۾ ڪي

* ساڌو واسواڻي جو نالو "ٿانورداس"، اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "ستاورداس". انهيءَ سبب ڪاليج مسيلنيءَ ۾ پنهنجن ليکن جي هيٺان پنهنجو نالو ڇاپائيندو هو "ايس. وي. داس" S V. Das سنسڪرت ۾ "ستاور" معنيٰ غير متحرڪ يا نه چرندڙ يعني سدائين قائم يا اچل ۽ انجو ضد آهي "جنگم" معنيٰ متحرڪ يا چرندڙ. مطلب ته ڏٺي، جو قديم کان قائم ۽ اچل ۽ اڏول آهي، تنهنجو "داس" يا "ٻانهو"، سو آهي "ٿانورداس". نالو بيشڪ سنو اٿس! (ڀ. م. آ)

وڃا نه پيا! ٽرومپ صاحب جي رسالي جي ڪنهن بيت ۾ به سٽون، ته ڇپيون ڇاپي واري رسالي ۾ ٽي، بلڪ ڪٿي چار! مرزا صاحب محنت ڪري سڀني نسخن وارا بيت هيڪاندا ڪيا، ته پڙهندڙن کي اهي سڀ آسانيءَ سان هڪڙي هنڌ ملن. انهيءَ مواد مان پاڻ وارو رسالو تيار ڪيائون، جو ١٩١٣ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. مطلب ته انهيءَ ڪم ڪرڻ ۽ صحيح پڙهڻيون هٿ ڪرڻ ۾ ٽيهن ورهيه لڳي ويس، ته به رسالي جي ڇپائيندڙن کان هڪ ٽامي جي پائي به ڪانه ورتائون. هن مان پڙهندڙ سمجهي سگهندا، ته هن صاحب بنهه لاطمع ٿي، سنڌ جي هيءَ خدمت ڪئي. پنهنجي جوڙيل ڪتاب "احوال شاه عبداللطيف ڀٽائي" ۾ رسالي جي جدا جدا نسخن جي ذڪر ڪندي، لکيو هوائون ته "صحيح ۽ سچو نسخو شاه جي رسالي جو اڃا به گهربل آهي. سگهوني ڪنهن علم واري کي دل ۾ خيال ٿيندو، جو اهڙو ڪتاب ڇاپائي پڌرو ڪندو، ته پڙهڻ وارا پڙهي، خوش ٿي، دعا خير جي ڪندا." پاڻ پنهنجيءَ پڇاڙيءَ سارو اها محنت ڪري، دعا خير جي ڪٺي، راه رباني وٺي، هليو ويو، پر لالو اڃتائين پيو ڳائجيس.

## ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارو ڇاپو

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ شاه جي رسالي جو ڪم جنهن وقت هٿ ۾ کنيو، تنهن وقت رسالي جا مٿي ذڪر ڪيل سڀ ڇاپا موجود هئا. سندس رسالي جو جلد پهريون ١٩٢٣ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. انجي ديباچي هيٺان جا ڏاڪل تاريخ ١٥ ڊسمبر ١٩٢٣ع آهي. منجهس پاڻ لکيو اٿس ته "سڀ ڇاپا، ۽ ٻلڙيءَ ۽ ڀٽ وارا جهونا قلمي نسخا پٽي، رسالي جو حتي المقدور صحيح نسخو تيار ڪيو ويو آهي." وري هڪ ورهيه ڪانپوءِ جلد ٻيو ڪڍيائين، جنهنجي ديباچي هيٺان جا ڏاڪل تاريخ ١٩ ڊسمبر ١٩٢٤ع آهي. انجي منجهه لکيو اٿس ته "پير سيد غلام حيدر شاه، سجاده نشين درگاه ڪوٽڙيءَ جي ڪوشش ۽ مهربانيءَ سان هز هائنيس مرحوم مير عبدالحسين خان ٽالپر وارو مشهور جهونو قلمي نسخو هٿ اچي ويو، جنهن ڪري سڀني بيتن جي انهيءَ نسخي سان ڀيٽ سو ڀيٽ ڪرڻي پيئي." پروفيسر گربخشاڻي پوءِ ڊاڪٽريءَ جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ ولايت اُسهيو. برٽش ميوزيئم لنڊن وارو مشهور قلمي نسخو اُتي ڏٺائين ۽ انجون عڪسيون پـڙهيون جلد ٽئين ۾ ڏنيون اٿس. مطلب ته، نسخن پٽڻ سان حد ڪري ڇڪو آهي. هاڻ اچو ته ڏسون ته سندس تيار ڪيل نسخو ڪيتري قدر صحيح آهي.

## صحيح نسخو ڇاکي چئجي؟

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رسالي جو جلد پهريون ڊسمبر ١٩٢٣ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو، ته پهريائي پهريون سنڌي عالم مسٽر جيٺمل پرسرام هو، جنهن ڏانهن ڪئي ته "پروفيسر گربخشاڻي جيڪو نئون رسالو پيو ڪڍي، تنهن ۾ وڏي ۾ وڏي گهٽتائي اها آهي، ته انهيءَ رسالي مان شاه جو هڪ وڏو پاڱو ڦٽو ڪيو ويو آهي. ڪڍي ڇڏيائون

بيتن جو عدد اٽڪل هڪ هزار اچي ٿيندو." هن رانڊاپيءَ جو سربستو ذڪر اڳيئي ڪيو اٿم. مسٽر چيتمل گهڻو زور هن ڳالهه تي ٿي ڏنو ته بمبئيءَ ڇاپي واري رسالي جا بيت به ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پنهنجي رسالي ۾ گڏي. بمبئيءَ ڇاپي واري نسخي جو ذڪر به هن ليک ۾ اڳيئي ڪيو اٿم. هتي فقط ايترو ڄاڻايان ٿو، ته انهيءَ رانڊاپيءَ بند ٿيڻ کان پوءِ، هڪ ٽيهن صفحن جي ڪتابڙي ڇاپائي پڌري ڪيا ٿين، جنهنجو نالو ٿي آهي "رسالي جو صحيح نسخو ڇا کي چئجي؟" انجي قيمت ٻه آنا آهي ۽ اڄ به ملي سگهي ٿي. مون بروقت انهيءَ ڪتابڙيءَ بابت ڪنهن به اخبار ۾ هڪ اکر به ڪونه لکيو. منهنجو ته پاڻ مطلب ئي اهو هو، ته ڪتي ماٺ ٿئي، ته گربخشاڻيءَ جي وڌيڪ ڪم ڪرڻ لي دل وري ۽ پيا جلد به ڪڍي. پر حقيقتون هيءُ سوال اهڙو آهي جنهنجو جواب مسٽر چيتمل بيشڪ لهڻو. اهو جواب رکي رکي هينئر ڏيان ٿو، ڇاڪاڻ ته ڊاڪٽر گربخشاڻي هن وقت تائين پنهنجي رسالي جا ٽي جلد ڪڍي چڪو آهي ۽ باقي رهيل چوٿين جلد ڪڍڻ جو حال ته خيال ئي لاهي ڇڏيو اٿس. انهيءَ سبب پورا ميل پڌرڻ جو وقت ٿي هيءُ آهي.

رسالي جو صحيح نسخو ڇا کي چئجي؟

رسالي جو صحيح نسخو اهو چئجي جنهن ۾ شاه صاحب جو نجو، سمورو ۽ صحيح ڪلام ڏنل هجي. اِهي سوال اُٿندو، ته ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري رسالي کي انهيءَ موجب صحيح نسخو سڏي سگهبو يا نه؟ هنجو جواب پڌرو ڪري چئبو "نه". مٿي اڳيئي ڄاڻايو اٿم، ته شاه جي رسالي جو اوائلي نسخو جو "گنج" سڏجي ٿو، تنهن مان اڃتائين ڪي ڪي بيت اهڙا پيا لڀن، جي هن وقت تائين ڇپجي پڌرا نه ٿيا آهن. مطلب ته شاه صاحب جو ڇپيل "سمورو" ڪلام، ڪنهن به ڇپيل نسخي ۾ ڪونهي. ڪي بيت، جي ٻين نسخن ۾ آهن، ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ڪين ڏنا آهن، تن مان جيڪڏهن ڪي سچ پچ شاه صاحب جا ڇپيل ثابت ٿيندا، ته انهيءَ حالت ۾ به اهو ئي مٿيون جواب لاڳو ٿيندو. هتي ٻيو سوال هيءُ اُٿندو، ته جيڪڏهن ٻين نسخن وانگر سندس رسالي ۾ به شاه صاحب جو "سمورو" ڪلام ڏنل ڪونهي، ته ڀلا "نجو" شاه صاحب جو ڪلام ڏنو اٿس يا نه؟ هن جي جواب ۾ فقط ايترو چئي سگهبو، ته ڪوشش ته اها ڪئي اٿس ته "نجو" شاه صاحب جو ڪلام ڏجي؛ پر هن بابت به سورهن ئي آنا پڪ سان ڪجهه به وڌيڪ چئي ڪين سگهبو. مثلا سر معذوريءَ جي فصل پنجين جي پٺيان جيڪا "وائي" ڏني اٿس، تنهن ڏي تازو مسٽر لالچند امرڏنومل منهنجو ڌيان ڇڪايو آهي، تنهنڪري اها هتي ڏيان ٿو.

وهم وات ورچي، جئن کهندن ۽ ٽئن لهندن ۾،
ڪنين اچي ڪاڪ هي، ڪنين اچي ڪا چئي،
امل پيا نيان اُن کي، ساڄن منکي جا چئي،
ٻيو پتا نين ڪوٺوا، راڻي ڪيس رچي،
منهن ڪر معذورن ڏي، پنهون جام پرچي،
موڪي نهين مار ٻيو، جتن جا چئي،
وندر واٽڙين تي، ڪانڌي ٿيندم ڪيچي.

مسٽر لالچند جو چوڻ آهي ته هيءَ واڻي شاهه صاحب جي چيل ٿي ڪا نه ٿي ڀانئجي. پوءِ ڇو ڏني اٿس؟ مونکي به اها "واڻي" ڪنهن ٽياڪڙ جي جوڙيل سمجهه ۾ اچي ٿي. پڙهندڙن جو ڌيان خاص طرح قافيه وارن لفظن ڏي ڇڪايان ٿو، جن ۾ "ڇٽي" لفظ ٿي گهمرا ڪم آيل آهي. ٻي ڳالهه ته "ڇٽي، رڇي، ورڇي ۽ ڪيڇي" لفظ قافيه ۾ ڪيتري قدر ملن ٿا ۽ سهڻا لڳن ٿا، تنهن جو فيصلو ڀلي ته پڙهندڙ پاڻ ڪن.

هاڻ باقي ڳالهه هيءَ رهي، ته جيڪي به وايون ۽ بيت پنهنجي رسالي ۾ ڏنا اٿس، تن جون پڙهڻيون "صحيح" آهن يا نه ۽ رڳو اهيءَ هڪ ڳالهه ڪري سندس رسالي کي "صحيح نسخو" ڪوٺي سگهجي ٿو يا نه؟ هنجو جواب مان ڏيان يا ٻيو ڪو ڏئي، تنهنکان بهتر ته ڏسون ته ڊاڪٽر گربخشاڻي پنهنجي رسالي بابت پاڻ ڇا ٿو چوي. ڪانئس روبرو پڇڻ جو ڪوبه ضرور ڪونهي، ڇاڪاڻ ته ڪيس جيڪي به چوڻو آهي، سو پنهنجي رسالي ۾ اڳيئي لکي ڇڏيو اٿس. جلد ٽئين جي منڍ ۾ چيو اٿس ته "برٽش ميوزيم واري مشهور قلمي نسخي ۾ آيل پڙهڻيون به ڏنيون ويون آهن. اهو نسخو ارڙهين عيسوي صديءَ جي آخر ڌاري، شاهه جي وفات کان قريب ڇاليهه ورهيه پوءِ لکيو ويو هو، جنهنڪري سندس پڙهڻيون صحيح ۽ متسند آهن". سندس هيءَ ڳالهه هيٺينءَ حقيقت سان پڙهيو.

جلد پهرين جي منڍ ۾ لکيو اٿس ته "سڀ ڇاپا ۽ بلڙيءَ ۽ ڀٽ وارا جهونا قلمي نسخا پيٽي، رسالي جو حتي المقدور صحيح نسخو تيار ڪيو ويو آهي مٿين قلمي نسخن مان، بلڙي وارو نسخو سنه ١٧٨٠ع جو لکيل آهي، يعني شاهه صاحب جي وفات کان اٽڪل اٺاويهه ورهيه پوءِ". هاڻ چڱي ريت سمجهڻ ۾ ايندو، ته سندس ئي لکڻ موجب برٽش ميوزيم واري نسخي کان به بلڙي شريف وارو نسخو وڌيڪ آڳاٽو آهي. انهيءَ سبب جيڪر چئجي ته بلڙي شريف وارو نسخو پاڻ وڌيڪ صحيح ۽ متسند ليکڻ گهرجي. پر پهرين جلد جي منڍ ۾ پاڻ هيئن به لکيو اٿس ته "خود ڀٽ ۽ بلڙيءَ وارن نسخن ۾ ناچن ۽ مسخرن وارون وايون داخل ٿيل آهن" (صفحه ١٦٨). پڙهڻين بابت منڍ واري صفحه (ب) ۾ لکيو اٿس، ته "جزوي جاين تي، جتي ڇاپي يا قلمي نسخن جون پڙهڻيون نهايت فاسد نظر آيون آهن، اتي قياسي پڙهڻيون اختيار ڪيون ويون آهن." سندس هنن لفظن مان ظاهر آهي، ته بلڙي شريف ۽ ڀٽ شريف وارن نسخن بنسبت به سندس اها راءِ آهي، ته انهن ۾ ڪٿي ڪٿي فاسد (غلط بگڙيل) پڙهڻيون آهن، جنهنڪري اهڙن هنڌ ڪيس قياسي پڙهڻيون اختيار ڪرڻيون پيون. قياسي پڙهڻين اختيار ڪرڻ کانپوءِ جي حالت به ڏسو.

بندر ديسان ديس، مل نه ملي وارين،
فقيراڻي ويس، امل ڏئين اٿوريا.
(سامونڊي).

جلد پهرين جي "معني ۽ شرح" واري ڀاڱي (صفحه ٤٨٨) ۾ هن بيت بابت لکيو اٿس ته، "هن بيت جو اڳين ٽوڙي پوين بيتن سان ڪوبه لاڳاپو ڪونهي ۽ ازانسواءِ

يقين سان چئي نٿو سگهجي، ته پڙهڻي کهڙي صحيح آهي، ڇو ته سڀني نسخن ۾ "نمليو اريين" لکيل آهي." هتي ڏسو ته پاڻ ڏانهن ڪٿي اٿس، ته صحيح پڙهڻيءَ جو پتو ئي ڪونه ٿو پوي. سنڌس رسالي جي جلد پهرين جي مُنڍ مان جيڪي لفظ مٿي ڇاڻيا اٿم، تن ۾ پاڻ به "حتي المقدور" لفظ ڪم آندا اٿس. مطلب ته وس پڄندي صحيح پڙهڻيون ڏنيون اٿس ۽ پر تنهن ميوزيم وارو نسخو جو هتي ملڻ ئي ناممڪن آهي، تنهن جو به فائدو ورتو اٿس، ته به ائين چوڻو پوي ٿو ته "صحيح نسخو" جنهن کي چئجي سو ٻنهي آهيئي ڪونه. ايترو چئبو ته رسالي جا جيڪي به نسخا ڇپيل توڙي اڻ ڇپيل هتي سنڌ جو سنڌ ۾ ملي سگهن ٿا، سي وري ڪو لئين سو پيٽيندو، ته ممڪن آهي ته ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارين ڪن پڙهڻين کان به ڪي وڌيڪ صحيح ۽ سهڻيون پڙهڻيون هٿ ڪري سگهندو. چوڻي آهي ته "سومو سڪو ناهي، پر اڪ اڪ جو به قيمو آهي".

هن وقت مون وٽ هڪڙو به دستخط نسخو ڪونهي؛ ته به موجود نسخن مان، خاص ڪري ٽرمپ صاحب واري رسالي مان، ڪي پڙهڻيون اهڙيون پڌائي سگهان ٿو، جي منهنجي خيال موجب ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارين پڙهڻين کان وڌيڪ صحيح ۽ سهڻيون آهن. اهڙي هڪ به پڙهڻي، پر وقت ڪيس به پڌائي هيم؛ ۽ ڪي وڌيڪ پڙهڻيون تازو ڪاليج ۾ رسالي پاڙهيندي نظر آيون اٿم. انهنجا ٿورا مثال هتي ڏيان ٿو

## وڌيڪ صحيح پڙهڻيون

سُر يمن ڪلياڻ جي فصل ستين جي ٻنيان جيڪا "وائي" ڏنل آهي، تنهنجي پهرين مصراع ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ هيئن لکي آهي:-

"سپيريان جي سونهن جي، ڳالهه ڪين وڃي"

"ڳالهه ڪين وڃي" جي معنيٰ لکي اٿس ته "اها ڳالهه وس جي نه آهي". هيءَ پڙهڻي ٻمبئي ڇاپي واري رسالي ۾ ڏنل آهي، پر سڄي رسالي ۾ شاه صاحب پڻ ڪنهن هنڌ به ڪونه چيو آهي ته سڄڻن جي سونهن جي ڳالهه "ڪين" وڃي يعني وڃڻ جي نه آهي. ٽرمپ صاحب اها مصراع هيئن لکي آهي:-

"سپيريان جي سونهن جي، ڳالهه ڪي نه وڃي"

يعني سڄڻن جي سونهن جي! ڳالهه "ڪي" (ڪئي) نٿي وڃي يعني بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. سڄي رسالي ۾ اهو ئي خيال ٽپ ٽپ تي ظاهر ٿيل آهي. مثلاً

"سپيريان جي سونهن جي، آءٌ ڳالهه ڪريان ڪيئن؟"
(ڪنڀات)

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي هيءَ پڙهڻي پڌائيم، ته ڪيس به وڻي.

"ڪمندڙن خير ڪين، چوندڙ چڱا نه ٿيا."
(يمن ڪلياڻ)

خير ڪين معنيٰ خير سلامتي يا آنند. هيءُ مزي جهڙو مرڪب لفظ آهي. اگر عربي ته پڻ سنسڪرت! هيءُ لفظ اڪثر رڳو ٿر ۾ عام آهي. ٿري ماڻهو اڃا ئين هڪبئي کي ڪيڪارڻ مهل چون ته "ڇاڪ، جوڙ، سڪارو، خير ڪين، هوڪاري ۾، روڙا پلا يعني چڱا پلا وغيره. ڪي "خير ڪين"

بدران چون "ڪين ڪر" (ڪين خير). بمبئي ڇاپي واري رسالي وانگر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پنهنجي رسالي ۾ "خير ڪين" بدران لکيو آهي "گهر ڪين". سند پس انهيءَ پڙهڻيءَ موجب معنيٰ ٿيندي ته ڪمندڙن يا ڏيوج ڏاريندڙن جي گهر خير سلامتي يا آنند آهي. معنيٰ وري به ساڳي اچي بيٺي، پر شاهه صاحب جو هيءُ لفظ ٿو منجهان جهٽي، ڪتب آندو، سو هٿن اُڏائي ڇڏڻ نه کپندو هوس. تعليم ڪاٽي جي ڇاپيل رسالي ۾ "خير ڪين" لکيل آهي ۽ اهائي صحيح پڙهڻي آهي.

(١) جا جڪ جهونا ڳڙهه ۾، ڪو آتائي آيو.
(٢) ٿيو غلغلو گرنار ۾، ته ڪو آتائي آيو (سورٺ)

"اتائي" معنيٰ "رمتو فقير" يعني اهو فقير جو رلندو پنندو وتي. اهو اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "اَتاسي"، جنهنجو اشتقاق يا ڌاتو آهي "اَٽ" معنيٰ "رلڻ". هتي "اتاسي" لفظ مان "س" اکر حذف يا گم ٿيو آهي، ته پنهنجي نشاني (ء) ڇڏي اٿس. ساڳي طرح الهجي- الاجي معنيٰ الله ڄاڻي يا خدا ڪي خبر يعني مونکي خبر نه آهي. "الاجي" بدران ڪي چون "الائي" هتي "ج" اکر حذف يا گم ٿيو آهي ته به پنهنجي نشاني (ء) جو اُچار ڇڏيو اٿس. لفظ جي انهن صورت ڦرندي آهي ته وقتي اُنجي معنيٰ ۾ ڦورو ڪي گهٽو ڦيو ٿيندو آهي. پروفيسر آپٽي واري سنسڪرت ڊڪشنريءَ ۾ "اتاسي" لفظ بابت ڄاڻايل آهي، ته اهو "ويدڪ" (ويدن واري) سنسڪرت جو لفظ آهي، جنهنڪري چئبو ته "اتائي" لفظ نهايت قديم زماني جو آهي. هيڏي ساري عرصي گذرڻ ڪري معنيٰ ۾ به وڌو ٿي ڦيو پيو اٿس. "اتائي" جي اصلي معنيٰ "رولو فقير"، پر معنيٰ ٿيس "اهو فقير جو مفت ۾ نچي ۽ ڳائي" (ڏسو جان شيڪسپيئر واري هندوستاني ڊڪشنري). اڄ به ڪيترا رولو فقير جهرڪون پائين ۽ راڳ ڳائين، پر ڪو پئسو ٽڪو ڏين، نه ڪو مفت ۾ اهو رؤنشو ڏسي. "اتائي" جي ٻيءَ معنيٰ ٿي "اهو راڳيندڙ جو پاڻ مرادو يعني ڪنهن به اُستاد جي مدد کانسواءِ راڳ ڳائڻ سکيو هجي." پلٽس صاحب واري هندستاني ڊڪشنريءَ مان معلوم ٿئي ٿو، ته هنوقت اهو لفظ هندوستان جي الهندي طرف وارن پرڳڻن ۾ انهيءَ معنيٰ سان ڪم پيو اچي، تنهنڪري پاڻ اُن جو بنياد ٿي اهڙو ڄاڻايو اٿس. ٽرمپ صاحب واري رسالي توڙي تعليم ڪاٽي جي ڇاپيل رسالي ۾ "اتائي" لکيل آهي، ته به ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ، بمبئي ڇاپي واري رسالي وانگر، لکيو آهي "عطائي". اُميد ته هيءُ قديم سنڌي لفظ ٻئي ڇاپي ۾ وري قائم ڪندو.

## پڙهڻين ۾ ڦيرڦار

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ خود رسالي کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جلد پهرين جي مهڙ ۾ لکيو اٿس ته "جزوي جاين تي، جتي ڇاپي يا قلمي نسخن جون پڙهڻيون نهايت فاسد نظر آيون آهن، اتي قياسي پڙهڻيون اختيار ڪيون ويون آهن".

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ هٿان ڪيو آهي، جو جيڪي قياسي پڙهيون اختيار ڪيون اٿس، سي رسالي ۾ "مول" (Text) ڪري بيهاريون اٿس، جڏهن ته اصلوڪيون سچيون پڙهيون آهن ئي اهي. حقيقتون رسالي جو "مول" اهي پڙهيون آهن، جي آڳاٽن نسخن ۾ آهن. جنهنڪري پنهنجي ڪا قياسي پڙهڻي ڏيڻي هجي، سو انهيءَ صفحي جي هيٺان (Foot-note) يا "ٽيڪا" يعني شرح (Commentary) واري ڀاڱي ۾ ڏجي ٿي. منهنجي چوڻ جو مطلب فقط هي آهي، ته رسالي جي مول کي هٿ لائڻ جي اختياري ڪنهنکي به ڪانهي. مان قبول ٿو ڪريان، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ بلڪل چڱي نيت سان ڪم ڪيو آهي؛ پر منهنجي نظر ۾ اهو چڱو مثال نه ورتو اٿس. اڳين پين کي به هٿ ايندي ۽ پنهنجي ڦلهيت ڏيکارڻ لاءِ، پنهنجي مرضيءَ موجب، رسالي جي پڙهڻين ۾ ڦيرڦار پيا ڪندا ۽ چوندا ته صحيح پڙهڻي آهيئي اها، جا اسين ٿا چئون! انهيءَ رهت ڪنهن وقت "شاهه جو رسالو" ڦري "آئي وئي جو رسالو" ٿي پوندو. اهڙيءَ حالت کي روڪڻ لاءِ صلاح پري ڳالهه هيءَ آهي، ته ڊاڪٽر گربخشاڻي، ٻئي ڇاپي ۾، پاڻ واريون قياسي پڙهيون، رسالي جي "مول" مان ڪڍي، "ٽيڪا" واري ڀاڱي لکي.

"منهنجو وس واڪا، ٻڌڻ ڪم ٻروچ جو".
(شاهه)

## قياسي پڙهيون

"طالب قصر، سنهه سر، اندر روميءَ راءِ"

هيءَ مصراع سُر يمن ڪلياڻ جي فصل پنجين مان آهي. رسالي جي سڀني اسخن ۾ جملي ڇهه بيت آهن، جي "طالب قصر" سان شروع ٿين ٿا. سڀني نسخن ۾ انهن ڇهنئي هنڌ "قصر" لکيل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي "ماڙي يا محلات". ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پنهنجي رسالي جي مول (Text) ۾ "قصر" بدران لکيو آهي "ڪٽر" يعني ڪٽرت يا گهٽائي. پنهنجي پڙهڻين پٺاندر معنائون ڏيئي، تفاوت ڄاڻائيندس، ته هي ۽ ليڪ هيڪاري لنبو ٿي پوندو. انهيءَ سبب پڙهندڙن جو ڌيان سندس رسالي جي جلد پهرين جي صفحي ۴۰۲ ۽ ۴۰۳ ڏي ڇڪايان ٿو. پاڻ ته هرڪو اهي صفحا پڙهي پنهنجي لاءِ فيصلو پاڻ ڪري. مان رڳو ايترو ڄاڻايان ٿو، ته مونکي پنهنجي سو سنڌ ٻس رڳي اها قياسي پڙهڻي وڻي ٿي، باقي ٻيون نه. مثلا

اوقابيل! اکين سين، ليو چلايا تو،
پيو مر ماري سو، جه جو پهرو پورو نه ٿئي.

سُر يمن ڪلياڻ جي فصل ڇهين جا چار بيت مٿينءَ رهت "اوقابيل" لفظ سان شروع ڪيا اٿس. سڀني نسخن ۾ انهن ڇئني هنڌ "عقابيل" لکيل آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ لکيو آهي ته "حضرت آدم جي پٽ جو نالو قابيل آهي، جنهن پنهنجي ڀاءُ هابيل کي قتل ڪيو هو. هتي شاهه محبوب کي قابيل يعني قاتل سڏي ٿو، جو قابيل وانگر پنهنجن کي ٿي ماري ٿو".

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رسالي جو جلد پهريون، جنهن ۾ هي بيت لکيل آهن سو

ڊسمبر ۱۹۲۳ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو، لنهنڪان سگهو ئي پوءِ مسٽر جيٺمل پرسرام سنڌي شاعرن جي ڪلام مان چونڊ ڪري، هڪ ڪتاب تيار ڪيو هو، جو شايد مئٽرڪ وارن لاءِ درسي ڪتاب طور منظور ٿيو هو. "سنڌي چمن" يا اهڙو ڪو نالو هوس ٻه چٽي يا ڏکيو آهي، ته انهي ۾ "اوقابيل" واري پڙهڻي اختيار ڪئي هوائين؛ جنهن مان سمجهيم ته ڪيس اها پڙهڻي پسند آئي آهي. وري ڊسمبر ۱۹۳۵ع واري "سنڌوءَ" جي صفحه ٦٦ ۾ ڊاڪٽر ڊائود پوٽي ڳالهه تان ڳالهه ڪندي، مثال طور هيءَ لفظ لکيا هئا.

" منهنجي اُستاد پروفيسر گربخشاڻيءَ ساري عمر شاهه جي رسالي جو اڀياس ڪيو آهي، پر ڏسو ته "عقابيل اکين" کي "اوقابيل اکين پڙهي، ڪيڏي نه غلطي ڪئي اٿس"!

هن بنسبت مون هن وقت "سنڌوءَ" ۾ ورجايو مانس، ته من ٻئي گهمري ڪولي پڌائي، ته ڪهڙي سبب هيءَ غلطي سمجهي ٿو؛ پر اجتائين ڪوبه سبب ڪونه ڄاڻايو اٿس. انهيءَ ورجائڻ ۾ منهنجو مطلب هو. ورهين کان جا چيندو اچان، ته انهيءَ پڙهڻيءَ گهڻن کي منجهايو آهي. ديوان ليلارام سنگهه پنهنجيءَ لغت ۾ لکيو آهي، ته رسالي بمبئي ڇاپي واري ۾ "عقابيل" جي معني ڄاڻايل آهي. "اهو ٿيو جنهنکي پاسن کان کنب هجن". پاڻ لکيو اٿس ته "عقابيل" هڪ لکو آڏا منڍ پکي آهي، پر ڪهڙو پکي، سو ڪونه ڄاڻايو اٿس. انهيءَ سبب چيم ته ڏسان ته ڊاڪٽر دائود پوٽو ڪهڙي معني ٿو ڪري؛ پر ڳالهه ڪندي، پوءِ ڳجهي ويو. پاڻ وري پنهنجا خيال ظاهر ڪرڻ جي ڪري، تنهن کان اڳميئي مان پنهنجا ويچار پڙهندڙن جي پيش ڪريان ٿو.

منهنجي ناقص عقل موجب اڳين سڀني رسالن واري اصلوڪي پڙهڻي "عقابيل" صحيح آهي. انهيءَ پڙهڻيءَ منجهان ٻه اُهائي ساڳي معني بنهه سڌيءَ ريت نڪري ٿي، جا ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ "اوقابيل" مان ڇڪي تاڻي وجهي ڪئي آهي. مان سمجهان ٿو، ته اهو لفظ اصل ۾ آهي "عقاب" (Eagle)، جو هميشه ٻين پکين جو شڪار ڪندو آهي. ان لاءِ پيو ٻورو پورو لفظ آهي "پرمار"، جنهنجي اکري معني آهي پراون يا ڌارين کي ماريندڙ يعني ٻين پکين جو شڪار ڪندڙ. شاهه صاحب "عقاب" لفظ سو سهڻيءَ جي فصل پهرين واري "وائيءَ" ۾ هنن ڪم آندو آهي:-

"چنبو وجهي چور کي آءِ چڙ عقاب"

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ هنجي سمجهاڻيءَ ڏيندي پاڻ لکيو آهي ته "چور" آهي "نفس"، جو انسان جي چڱن اعمالن کي لڪ چوريءَ چٽ ڪيو ڇڏي؛ "عقاب" آهي "شهباز". هنن به لکيو اٿس ته انسان کي "عقاب" سڏيو ويو آهي، ڇوته اصل ۾ انسان روحاني شين جو شڪار ڪندڙ آهي.

شاهه صاحب اُنهن ٻن انسانن کي "عقاب" بلڪ "ٻهري باز" (Preregrine falcon) به سڏيو آهي. مثلا سر ڏيسيءَ جي

فصل ٽئين ۾ سسئيءَ جي وائن چوايو اٿس ته:-

چانڊي ويا چنبن ۾، جڏهن باز سڃي بحري،
ڪوهيارو ڦهري، ويو نهوڙي نبض ۾!

جهڙيءَ ريت پنهونءَ ۽ سندس ڀائرن کي هتي "بحري باز" سان مشابهت ڏني اٿس، تهڙيءَ ريت متي ذڪر ڪيل مصراع ۾ پنهنجي حقيقي محبوب کي "عقابيل" ڪوٺيو اٿس، ڇاڪاڻ ته هو عاشقن جو شڪار ڪري ٿو ۽ انهي ڪري "دلبر" ۽ "دلربا" نالا پيا اٿس.

شاهه صاحب اهو لفظ پنهنجو ٺاهيو ٿو ڏسجي، جڏهن ٻيا به ڪي عمدا لفظ پنهنجا جوڙيا اٿس. مثلاً سچيءَ کي به ٻڙ ٿين ٿا، ته انکي سڏيو اٿس "ٻپڙي" يعني ٻن ٻڙن واري. "پاڻ ڌار پريتڙو" (Self-less love) نهايت عمدو لفظ! هن "عقابيل" لفظ ۾ به مونکي هڪ خوبي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ڪن اسمن ۽ صفتن جي پٺيان "ل" پچاڙي (Suffix) گڏبي آهي، ته سچ پچ ته لفظ نهايت مٺو ۽ رس ڀريو ٿي پوندو آهي، گويا کير ۾ کنڊ پيئي! مثلاً

پنهون - پنهل؛ مٺو - مٺل ۽ سهڻو - سهڻل! ڏسو ته لفظ ڪهڙا نه مٺا ۽ پيارا ٿي پيا آهن! هتي به "عقاب" بدران "عقابيل" لکيو اٿس، ته گويا پاڻ ڏس ڏنو اٿس، ته اهو اشارو منهنجي مٺل ۽ سهڻل (سچي سائينءَ) ڏي آهي. ڪيترن عاشقن پنهنجي حقيقي محبوب بنسبت چيو آهي ته "تير" آهن سندس "ڀنڀٽيون" ۽ "ڪمانون" آهن سندس "ڀرون"، انهيءَ تير ڪمان سان (پنهنجي مشاهدي يا ديدار سان) دليون گهايو وجهي! سائين دلپت رام صوفيءَ به چيو آهي ته:-

جڏهن سڄڻ جون اکڙيون، شوق شڪار ڪن ٿيون،
اس مرغ دل خراش کي، وري سي فگار ڪن ٿيون.

(باقي ايندي)



# عورت مان مرد

ليکڪ:- ٻولچند وسومل راجپال بي- ايس سي.

سڀ جهونيون ڳالهيون مٽبيون ٿيون وڃن. ڪجهه به ساڳي حالت ۾ قائم ڪونه رهي. سڀڪجهه ڦرندو رهي ٿو، مطلب ته هل هلان لڳي پيئي آهي. جهونا سپنا سچا ثابت ٿيندا رهن ٿا. تجربه گهرن (Laborateries) ۾ هيٺئين زندگي (Life) پيدا ڪئي پيئي وڃي. جنس به اٿل ڦرندڙ نه آهي. تازو اخبارن ۾ پڙهو ٿيو آهي ته ڪراچيءَ ۾ هڪ مرد جي جنس مذڪر مان بدلجي مونث ٿيڻ شروع ٿي آهي. سول اسپتال ۾ انجو آپريشن ڪيو ويو آهي. اهو به اخبارن ۾ پڙهو ٿيو آهي ته ڪيترن ئي زالون مرد ان مرد کي هرروز سپتال ۾ ڏسڻ اچن ٿا.

اهڙا مثال اخبارن ۾ وقت بوقت پيا پڙهڻ اچن. اهڙو هڪ تازو مثال پنجاب ۾ به ٿي گذريو آهي. ڪجهه ڏينهن ٿيا ته ولايت جي اخبارن ۾ خبر آئي هئي ته انگليءَ ۾ هڪ عورت مرد ٿي پيئي ۽ کيس ٢٠ هزارن عورتن سان ٽس شادي ڪرڻ لاءِ درخواستون موڪليون. اخبار وارن انهن عورتن کان جاچ ڪئي ته اوهان ڇو خاص ڪري انهيءَ مرد سان شادي ڪرڻ لاءِ خواهشمند آهيو؟ انهي جواب ۾ ڪيترين عورتن چئي ڏنو ته هو ڪيترا سال عورت ٿي رهيو آهي تنهنڪري کيس عورتن جي تڪليفن جو احساس هوندو. هنسان شادي ڪرڻ مان اهو فائدو ٿيندو جو هن کي عورتن جي خواهشن جاڻڻ جي ضرورت ڪانه پوندي.

هنن مثالن مان ثابت آهي ته عورت مان مرد ۽ مرد مان عورت ٿيڻ ممڪن آهي. هيٺئين سوال ٿو اٿي ته ڇا هرڪو مرد عورت ٿي سگهي ٿو؟ جيڪڏهن ائين ٿيڻ ممڪن نه آهي ته ڪيتري قدر سائنس ان ڏس ۾ واڌارو ڪيو آهي ۽ جنس ۾ اهو ڦيرو ڪئين ٿو اچي!

هيٺئين هن ڳالهه جي پڪي تصديق ملي آهي ته ڪن حالتن ۾ ائين ٿيڻ ممڪن آهي. تازو تجربن رستي پڻ ٻن راند يگر عورتن جي جنس بدلائي وئي آهي. اها ڪرامت ڊاڪٽرن ويڪت وسيلي ڪري ڏيکاري آهي ۽ قاعدو پڻ انهي تصديق ڪري ٿو.

انهن ٻن مان هڪ ميري ويسٽن نالي عورت آهي. هوءَ انگلنڊ جي ويئل آهي

۽ راندين ۾ قابل آهي. هن ۱۹۲٦ع ۾ عورتن جي راندين ۾ ڀاڳ ورتو هو ۽ ڪيترين راندين ۾ هوءَ پهرين نمبر آئي هئي ۽ آلمپڪ راندين ۾ هن انگلنڊ جي عورتن پاران ڀاڳ ورتو هو. ميري ويسٽن، جا هينئر مارڪ ويسٽن جي نالي سان مشهور آهي، قاعدي موجب مرد آهي ۽ هينئر هڪ رواجي عورت سان شادي ڪئي اٿس. لنڊن جو ڊاڪٽر ايل. آر. براسٽر لکي ٿو ته "مارڪ ويسٽن، جنهن کي هن مهل تائين عورت ڪري سمجهيو ويندو هو، سو هينئر مرد آهي ۽ کيس مرد ٿي ٿي رهڻ کپي." مرد ٿيڻ کان اڳ واري راندين جي رڪارڊ تي بحث ڪندي ويسٽن چئي ٿو ته "مان هميشه پاڻ کي عورت سمجهندو هئس. جيڪي به ڪيم سي به عورت جي حيثيت ۾".

ٻيو نمبر ڪيس به اهڙوئي سنسني پيدا ڪندڙ آهي. ڊينڪ ڪوبڪو نالي هڪ زيڪو سلوويڪيا ۾ رانديگر عورت آهي. ۱۹۳۲ع واري آلمپڪ راندين ۾ هوءَ سيني عورتن ۾ هڪ سؤ ميٽر واري ڊوڙ ۾ پهرين نمبر آئي هئي. کيس تڏهن "ڊوڙ ۾ تکي ۾ تکي عورت" جي نالي سان پڪاريو ويو هو. سندس جنس ۾ ڪنهن کي به، سواءِ پنهنجي، شڪ ڪونه هو. ۱۹۳۵ع ۾ سندس شڪ جان تان مضبوط ٿيو ۽ هڪدم سندس تپاس شروع ٿي.

"نيويارڪ ڊيلي ميرر" روزاني ۾ مسٽر گارڊن ڪاهن لکي ٿو ته پوڊال شهر جي ڊاڪٽر ملوش ڪلڪا فيصلو ڪيو ته آپريشن ذريعي ان ۾ جنس مذڪر کي هٿائجي. اهو آپريشن اهڙو ته ڪامياب ٿيو جو زيڪو سلوويڪين سرڪار کي کيس مرد تسليم ڪرڻو پيو.

انهن مثالن جو ايترو ته اثر ٿيو آهي جو نه رڳو جرمنيءَ ۾ ٿيڪي آلمپڪ راندين تي گڏيون تمام سيني رانديگر عورتن جي ڊاڪٽري تپاس ڪرائي ويئي ته متان ڪا مرد هجي! جيتوڻيڪ ڪا هيئن ڪوبه قدم نه کنيو ويو پر انهيءَ مان ايترو ته ثابت آهي ته ساري دنيا ۾ هن سوال ڏاڍي دلچسپي پيدا ڪئي آهي. ڇا سائنس انسان جي جنس بدلائي سگهي ٿي؟ هن سوال جي پوري جواب ڏيڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته جنس جي ٿوري جو وستار ڪجي.

جنس ڪڏهن ۽ ڪئن سڄي انهن باري ۾ ڪيترائي رايا آهن. انهي فيصلي لاءِ ٽي ڳالهيون ويچار ۾ آڻڻ ضروري آهن. **پهرين ڳالهه** جو لاڳاپو زندگيءَ جي پيدائش سان آهي. جنس جي ڄاڻ تڏهن ٿي پوي ٿي جڏهن مرد ۽ عورت جي ميلاپ سان مرد ۽ عورت جو ويڙهه پاڻ ۾ ملي ٿو. انهي ويڙهه ۾ موروثي اثر موجود آهي ۽ انهيءَ اثر انسان جي لنٿي، معزي ۽ جسماني حالتن تي پوي ٿو. جيتوڻيڪ عورت جي پيٽ ۾ ٻاهريان عضوا پنجين هفتي تائين پيدا نٿا ٿين تڏهن به جيڪو ٻار پيدا ٿي رهيو آهي تنهن تي پيدائش جي شروعات کان وٺي جنس جي ڇاپ لڳل رهي ٿي.

ڪنهن به انسان ۾ سؤ ٽڪا خاص جنس موجود نه آهي. ڪوبه مرد سؤ سيڪڙو مرد نه آهي ۽ ساڳي طرح ڪا به عورت سو سيڪڙو عورت نه آهي. هر هڪ انسان

۾ مردن ۽ عورتن ٻنهي جا نشان موجود آهن. مرد اهو آهي جنهن ۾ مرداڻين نشانين جي گهڻائي آهي ۽ عورت اها آهي جنهن ۾ عورتن جون نشانيون زبردست آهن. ان مان ثابت آهي ته هرهڪ مرد ۾، پوءِ اهو ڇو نه زبردست ڪامي هجي، ڪي نه ڪي ٻي جنس جون نشانيون موجود آهن. ساڳيءَ طرح هرهڪ عورت ۾ ڪي نه ڪي مرداڻيون نشانيون موجود رهن ٿيون. هرهڪ جنس ۾ مخالف جنس جون ڪي نشانيون موجود رهن ٿيون، جيتوڻيڪ جسماني اکين کي اهي مشابهت رکندڙ نشانيون نٿيون نظرن.

ٻي ڳالهه جنهن جنس جي باري ۾ ڌيان لهڻو ساهيءَ آهي ته اندريون خارجي ڳوڙهيون (Gland) ڪهڙيون ٿيون اسون. جيتوڻيڪ جنس جي قائمي، ميلاپ وقت، وغيره ذريعي ٿئي ٿي پر لڏهن ۾ جنس جي قدرتي واڌاري ۽ ترقي لاءِ مردن يا عورتن جي بناوت لاءِ جيڪي حالتون ضروري آهن تنهي هجڻ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن ٻارن جي ڄمڻ وقت انهن مان ڪا نه ڪا حالت پوري موجود نه هوندي ته جيڪو ٻار ڄمندو تنهن ۾ ڪو نه ڪو نقص رهجي ويندو. اهو نقص پوري علاج رستي اڳواٽ دور ڪري سگهجي ٿو.

پروفيسر يوجين شٽيناڪ تجربن ذريعي ثابت ڪيو آهي ته عورت جي پيٽ ۾ جنس تي مرضي موجب اثر وجهي سگهجي ٿو. شٽيناڪ جانورن (ڇهڙوڪ ڳئي سوئرن، ڪوئن ۽ باندرن) ۾ پيوند رستي مونث مان مذڪر ۽ مذڪر مان مونث جنس بدلائي سگهيو آهي. هو انهن کي ڪيئن ڪري سگهيو آهي سو سمجهڻ سولي ڳالهه آهي. هن فقط زناني ڳوڙهي (gland) کي مرداني ڳوڙهي (gland) جي هنڌ تي پيوند ڪيو. نه فقط ايترو پر، ساڳي طريقي سان، هو اهڙن جانورن پيدا ڪرڻ ۾ به ڪامياب ٿيو آهي جن ۾ مردانيون ۽ زنانيون ٻئي نشانيون موجود آهن.

انهيءَ مان ثابت آهي ته هرهڪ انسان ۾ مرداني خواه زناني جنس جون نشانيون موجود آهن. جڏهن مرد ۾ مردانيون نشانيون پيدا ڪندڙ ڳوڙهي ڪمزور ٿئي ٿي ته هڪدم مخالف جنس جون نشانيون پڌريون ٿيڻ لڳن ٿيون ۽ هو ڦري عورت ٿيڻ لڳي ٿي. ساڳي طرح پڻ عورت ڦري مرد بڻجيتو. انسان ۾ اهڙو ڦيرو آڻڻ سولو ڪم نه آهي جهڙو جانورن ۾ آڻڻ ممڪن آهي، ڇاڪاڻ ته جانورن جي بناوت، انسان جي پيٽ ۾، سولي آهي.

باقي رهي ٿين مکيه ڳالهه ته جنس جي بناوت ۾ حواسن جي مرڪزي تنتو سرشتي ذريعي اثر پون ٿا.

مڪمل عورت يا مڪمل مرد اهو آهي جنهنجو مغز اولاد پيدا ڪندڙ عضون ۽ اندرين خارجي ڳوڙهين (glands) سان موافق رهيتو.

اهو عام آزمودو آهي ته هرهڪ انسان جي آڱرين جا نشان علحدا آهن ۽ ڪنهن به انسان جي شڪل ٻي جي شڪل سان مشابهت نٿي کائي، تنهن هرهڪ انسان جي بدني

بناوت ۾ تفاوت آهي. جرمنيءَ جي هڪ مشهور ڊاڪٽر لکيو آهي ته سراسري هر هڪ ۴۰ ماڻهن تي جنس ۾ ٿورو ڪي گهڻو ٿيو آهي يعني ته ڪل ۴،۶۰،۴۶،۷۲۱ انسانن ۾ جنسن جا تفاوت آهن.

هينئر پاٺڪن جي وندر لاءِ ڪي تواريخ مان مثال ڏجن ٿا جن مان ثابت ٿيندو ته جنس ۾ تفاوت سبب ڪيترين ئي عجيب غريب ڳالهين ٿي گذريون آهن. فرينچ تواريخ ۾ اچي ٿو ته فرانس جي بادشاه جو انگلنڊ ۾ ايلچي مسٽر بيو مانٽ زالاڻي روش رکندڙ هو. عام ماڻهن ۾ چوٻچو هئي ته هو مرد آهي يا ناري. خود لنڊن ۾ هڪ لک پائونڊن جون ان سوال تي شرطون لڳيون. ڪي چون ته هو مرد آهي ۽ ٻيا چون ته هو عورت آهي. اهو سوال تڏهن حل ٿيو جڏهن هو مري ويو. تن ڊاڪٽرن تپاس ڪري ٻڌايو ته هو مرد هو.

ٻيو عجيب ڪيس ڊينمارڪ جي هڪ نقاش جو آهي جنهنجو نالو اينر ويگنر هو. هو شادي ڪيل هو ۽ پاڻ کي مرد ئي سمجهيائين. ۲۰ ورهين جي عمر تائين هن مرد جا فرض بجا آندا. ڪن خانگي سببن ڪري هو زنانا ڪپڙا پائڻ لڳو. ڪپڙن پائڻ سان گڏ سندس بناوت ۾ به ڦيرو اچڻ لڳو. هو عورت بڻجي رهيو هو. سندس دوست ۽ خود سندس زال به کيس للي جي نالي سان پڪارڻ لڳا.

کيس هينئر ماهوار رتو به اچڻ لڳي. ڊاڪٽرن تپاسي ٻڌايو ته جيتوڻيڪ سندس ٻاهريان عضوا مردانا ڏسڻ ۾ ٿي آيا ته به سندس بناوت هو بهو عورت جهڙي هئي.

ڊاڪٽرن سندس آپريشن ڪيو. اهو آپريشن اينترو ته ڪامياب ٿيو جو ڊينمارڪ جي اختياري وارن کيس للي ايلبي جي نالي تي پاسپورٽ ڪڍي ڏنو ۽ ڊينمارڪ جي بادشاه سندس شادي رد ڪري ڇڏي. هنجي قبوليت سان سندس زال روم ۾ سندن هڪ دوست سان شادي ڪئي. سندن ٻئي هڪ دوست للي کي شادي جي آڇ ڪئي. شادي جي قبوليت ڏيڻ کان اڳ هوءَ ڊاڪٽر وٽ ويئي ۽ کانئس صلاح پڇي ته هوءَ شادي ڪري يا نه. پر دل جي بيماري سبب هوءَ جلد ئي مري ويئي.

ڊاڪٽرن جو رايو آهي ته هھڙا آپريشن صحت کي ناس ڪندڙ آهن. تيسين نه ڪرڻ کپن جيسين ڪو سٺو طريقو ڳولي لهجي.

هينئر سوال ٿو اٿي ته انسان جي جنس بدلائي سگهجي ٿي؟ انجو جواب هي آهي ته سائنس جيتري قدر هن وقت تائين ترقي ڪئي آهي تنهن موجب پورين وصفن وارو مرد خواه پورين وصفن واري عورت پنهنجي جنس بدلائي نٿي سگهي. پورن ڦيرو ناممڪن آهي. جانورن ۾ به ائين ڏٺو ويو آهي.

سٽينا ڪ جيڪي جنسن ۾ ڦيرا آندا آهن سي ٻارن پيدا ڪرڻ لاءِ ناقابل ثابت ٿيا آهن.

پر اندڪر عورتون، جنجو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي سي مڪمل عورتون نه هيون. هيڪڏهن هو مڪمل عورتون هجن ها ته ڪنهن به حالت ۾ سندن جنس بدلجي نه سگهي ها.



# ڪانگريس جو اُديش : پورن سوراج

ليکڪ:- پروفيسر گهنشيام جيٺانند شوداساڻي، ايم-اي.

هن وقت ڪانگريس جو مقصد آهي پورن سوراج. انهيءَ کي انگريزيءَ ۾ چئجي ٿو (Complete independence) انهيءَ جي معنيٰ ته هندوستان بلڪل آزاد ٿئي ۽ پنهنجي نصيب جو فيصلو پاڻ ڪري ۽ ڪنهن به ٻي ڌاري طاقت کي ڪنهن به نموني جو ويجهو يا ڏورانهون، گهاٽو يا هلڪو ظابطو مٿس نه هجي.

اهو اُديش ڪهڙو نه سڀاويڪ پيو لڳي! جئن جپاني پنهنجي ديس ۾ آزاد آهن، يا انگريز انگلنڊ ۾ يا فرينچ فرانس ۾ تئن هندوستاني به ڇو ڪين هجن؟ جئن ٻين ملڪن جا ماڻهو پنهنجي ديس اندر پاڻ مالڪ آهن تئن هندوستاني به ڇو ڪين ٿين؟ ڪنهن کي انهيءَ تي اعتراض ٿيندو؟ انهيءَ ڪري ڪانگريس جو پورن سوراج جو اُديش جنهن موجب هندوستاني پورن آزادي ٿا چاهين، پنهنجي ملڪ اندر مالڪ ٿيڻ ٿا چاهين، تنهن ۾ ڪهڙو عجب ۽ ڪهڙي اَسڀاويڪتا؟ پر درحقيقت اهو اُديش ڪانگريس گهڻي جفاڪشيءَ کان پوءِ ئي بحال ڪيو آهي. انهيءَ اُديش جي مقرر ٿيڻ جي وڏي تواريخ آهي.

هينئر ماڻهن کي اهو سڀاويڪ پيو لڳي پر انهيءَ جي مقرر ٿيڻ ۾ ڪيترائي ورهيه لڳا.

۱۸۸۵ع ۾ ڪانگريس پهرين برپا ٿي. تڏهن ڪانگريس اڳيان ته ڪو خاص راجنيتي اُديش هئو ئي ڪين. ڪانگريس سال بسال گڏ ٿيندي هئي ۽ وقت بوقت انگريزي حڪومت جي نقصن تي ويچار ڪري فيصلا ڪندي هئي. انهيءَ زماني ۾ انگريزي راڄ هڪ ايشوري مهر سمجهيو ويندو هو ۽ راڄ سان وفاداري ڪانگريس جو جزو ته هڪ مٿو هو. انگريزي راڄ جي ڇايا ايتري قدر ته ملڪ مٿان ڇانئجي ويئي هئي جو هندوستان جا ماڻهو آزادي ۽ سوراج بلڪل ڀلجي ويا هوا. هنن کي اهو سپني ۾ به ڪو نه ٿي آيو ته هندوستان کي آزاد ڪري ملڪ جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ آڻيون. انگريزي حڪومت دائم قائم سمجهي ٿي ويئي. انهيءَ ڪري ڪانگريس جو ان وقت اهو ڪو مقصد ئي ڪو نه هو ته هندوستان لاءِ سوراج حاصل ڪجي.

اها حالت ڪيترا ورهيه هلي. انهيءَ وقت هڪڙو اڳوان هو جو سوراج جا سپنا لهندو هو. هنجي اکين اڳيان مرهٽن

جي اچڻ راڄ جا انتظار پيا ڪندا هوا. اهو هو لوڪمانيہ تلڪ. اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ ۽ ويهين صديءَ جي شروعات ۾ هن جا خيال ماڻهن ۾ ڦهلجڻ لڳا. انهيءَ زماني ۾ جپان جي رشيا مٿان فتح ٿي. هيستائين تہ يورپي قومون سمجهيون وينديون هيون اجيت. جپان جي فتح هندستانين جون اکيون کولي ڇڏيون. اوندهہ مان هو چڱي روشنيءَ ۾ اچي ويا. اڳيون ڊنو سندن دور ٿي ويو. جي جپان رشيا مٿان فتح حاصل ڪري سگهيو تہ هندستان بہ ڇو ڪين پاڻ کي آزاد ڪري سگهندو؟ ماڻهن جي منورتيءَ ۾ ڦيرو اچي ويو.

انهي ئي وايسرو منٽو ۾ هندستان ۾ هڪ اهڙو واقع ٿيو جنهن ملڪ اندر هڪ زبردست راجنيتي لهر پيدا ڪري ڇڏي. اهو هو بنگال جو ورهاڱو. وڏو طوفان مچي ويو. بنگال ۾ اروندو گهوش بپن چندر پال وغيره اڳوانن ماڻهن اڳيان انگريزي راڄ کي ٽوڙي ڪڍڻ جا آدرش رکيا. ورهاڱي خلاف هلچل جي لهر هندستان جي ٻين پاڱن ۾ بہ ڦهلجي ويئي جنهن ماڻهن ۾ ڏاڍو جوش پيدا ڪيو.

انهيءَ هلچل جو اثر ڪانگريس تي ٿيو. سال ١٩٠٦ع تائين ڪانگريس اڳين نموني هلندي پئي آئي. ١٩٠٦ع ۾ ڪلڪتي ڪانگريس ۾ دادا ڀائي نوروجي پنهنجي صدارتي تقرير ۾ سوراج جو لفظ ڪتب آندو پر انهيءَ ڪانگريس بہ سوراج جو اُديش مقرر ڪونہ ڪيو. باقي ايترو سو ٿيو جو انهيءَ ڪانگريس ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو تہ هندستان کي اهڙي حڪومت ملڻ گهرجي جهڙي بيٺڪن کي آهي ۽ اهڙي حڪومت جي برپا ٿيڻ لاءِ پهرين ڪي قدم ڏسيا ويا جهڙوڪ وائسراءِ ۽ گورنرن جي قاعدي ساز ڪائونسلن ۾ هندستانين کي وڌيڪ عيوضو ڏنو وڃي، ميونسپالٽين ۽ لوڪل بورڊن جون اختياريون وڌايون وڃن وغيره. اهو پهريون دفعو هو جو ڪانگريس ۾ هندستان کي بيٺڪي راڄ ملڻ جو ذڪر نڪتو.

ٻئي سال ١٩٠٧ع ۾ سورت ۾ ڪانگريس ٿي. انهي ۾ گرم پارٽي ۽ نرم ڌرين جو پاڻ ۾ جهڳڙو ٿيو، جنهنڪري ڪانگريس جي ڪارروائي بند ڪئي ويئي. نرم ڌر جي اڳوانن پوءِ سوچي ڪڍيو تہ جن جو رايو آهي تہ هندستان جو مقصد بيٺڪي راڄ ٿيڻ گهرجي تن جو ميڙ ٿيندو. اهو ميڙ ٿيو ۽ انهيءَ ۾ هڪ ڪاميٽي ٺاهي ويئي تہ ڪانگريس جي جوڙجڪ ٺاهي. انهيءَ ڪاميٽيءَ الهہ آباد ۾ جيڪا ڪانگريس جي جوڙجڪ ٺاهي تنهن ۾ هندستان جو مقصد ڏيکاريو بيٺڪي راڄ. اهو مقصد ١٩٠٨ع جي ڊسمبر مهيني ۾ مدراس جي ڪانگريس ۾ بحال ڪيو ويو.

١٩٠٨ع کان وٺي ويندي ١٩٢٠ع تائين ڪانگريس جو اهو مقصد هو. ١٩١٦ع ۾ جڏهن لکنؤ ۾ نرمن ۽ گرمن جو ميلاپ ٿيو تڏهن بہ مقصد ۾ ڪا ڦيرڦار ڪا نہ ڪئي ويئي. انهيءَ زماني ۾ لوڪمانيہ تلڪ ۽ مسز اينيءَ بيسنٽ "هوم رول" جون هلچلون هلايون هيون پر انهن جي بہ مراد هئي تہ

انگريزي سلطنت جي ساي هيٺ هندوستان کي پنهنجي گهر ۾ حڪومت جون ڪلي اختيار ملڻ گهرجن. اهو مهاتما گانڌي هو جنهن ۱۹۲۰ع ۾ ڪانگريس جي مقصد ۾ نئون ڦيرو آندو.

۱۹۲۰ع ۾ ناگپور ڪانگريس ۾ ڪانگريس جي جوڙجڪ نئين سر ٺاهي ويئي. مهاتما گانڌيءَ جي اڳواڻي هيٺ ڪانگريس جو مقصد رکيو ويو "سوراج". 'سوراج' لفظ جي معنيٰ انگريزيءَ ۾ صاف ڪانه ڪئي ويئي پر منجهيل رکي ويئي. سال ۱۹۲۰ع ۽ ۱۹۲۱ع ۾ مهاتما گانڌيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ اسهڪار (قطع تعلقات) جي هلچل هلي هئي. انهيءَ هلچل جي ڪري ساري هندوستان ۾ هڪ راجنيتي طوفان ڪڙو ٿي ويو هو. ماڻهن جي اندر ۾ آزاديءَ جي اُمنگ جون لهرون پئي لڳيون. جڏهن ۱۹۲۱ع ۾ احمدآباد ۾ ڪانگريس ڪني ٿي تڏهن اُتي مولانا حسرت موهاني رٿ آندي ته هندوستان جو مقصد ٿئي پورڻ آزادي (Complete independence). انهيءَ رٿ جي مهاتما گانڌي مخالفت ڪئي. هن جو چوڻ هو ته "سوراج" لفظ بلڪل پورو آهي. انهيءَ مان پورڻ آزاديءَ جي به معنيٰ نڪري سگهي ٿي، پر ساڳئي وقت جيڪڏهن ڪي بينڪي راڄ جي معنيٰ ڪڍڻ ته پڻ ڪڍن. هن جو منتر هو:-

"With the Empire if possible, outside if necessary."

يعني ته جي ممڪن ٿي سگهيو ته سلطنت اندر رهڻ لاءِ تيار آهيون پر جي ضرورت ٿي ته سلطنت کان ٻاهر نڪري ويندا سين. مولانا حسرت موهانيءَ جي رٿ نابحال ٿي ۽ ڪانگريس جو مقصد "سوراج" قائم رهيو.

انهيءَ کانپوءِ وقت به وقت ڪانگريس اندر مقصد جي ڦيرائڻ جي ڪوشش پيئي ٿيندي هئي پر اها فتح ياب ڪانه ٿيندي هئي. نيٺ ۱۹۲۷ع ۾ مدراس جي ڪانگريس ۾ هڪڙو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته ڪانگريس اعلان ٿي ڪري ته هندستان جي ماڻهن جو آخرين مقصد پورڻ سوراج (Complete-Independence) آهي. جيتوڻيڪ اهو ٺهراءُ بحال ڪيو ويو ته به ڪانگريس جي جوڙجڪ ۾ ڪانگريس جو مقصد ساڳيو ٿي "سوراج" رهيو. انهيءَ ۾ ڪا به ڦير گهير ڪانه ڪئي ويئي. مدراس ڪانگريس جي مٿين ۽ ٻين ڪيترن ٺهراون جي پاس ٿيڻ ۾ پنڊت جواهرلعل نهرو جو هٿ هو جو تازو يورپ جو گشت ڪري موٽيو هو.

۱۹۲۸ع ۾ ڪلڪتي ڪانگريس ۾ وري اهو سوال اٿيو. اتي به آخر مدراس ڪانگريس وارو ٺهراو وري سويڪار ڪيو ويو ۽ اهو پڻ فيصلو ٿيو ته جيڪڏهن سرڪار نهرو رپورٽ ۾ ڄاڻايل ملڪي جوڙجڪ ۳۱ ڊسمبر ۱۹۲۹ع اندر قبول ڪندي ته پوءِ ڪانگريس اها عمل ۾ آڻيندي. پر جي سرڪار اها بحال نه ڪئي ته پوءِ ڪانگريس اسهڪار جي هلچل هلائيندي. ٺهراو ۾ اهو پڻ ڄاڻايو ويو ته مٿين ڳالهه ڪري ڪانگريس جي طرفان پورڻ آزاديءَ جي پرچار ڪرڻ ۾ ڪا به روڪ ڪانهي.

سال ١٩٢٩ع ۾ سرڪار جي طرفان نه ڪو اهڙو ٻلؤ ڪونه مليو جنهن تي ڪانگريس راضي ٿئي. ١٩٢٩ع جي لاهور ڪانگريس کان اڳ ڪانگريس جا مکيه اڳوان وائسراءِ سان گڏيا هوا ۽ هن سان ڳالهيون ڪيون هوائون. پر هنن کي ڏسڻ ۾ آيو ته سرڪار جي منورتي ۾ ڪو ڦيرو ڪونه پيو آهي ۽ سرڪار نهرو رپورٽ واري تجويز سويڪار ڪرڻ لاءِ تيار نه هئي، هنن اهڙو پڪو ارادو به ڪيو. سرڪار جي اهڙي روش ڏسي لاهور ڪانگريس ٺهراءُ پاس ڪيو جنهن موجب ڪانگريس جو مقصد "سوراج" مان ڦيرائي "پورن سوراج" (Complete independence) ڪيو ويو ۽ نهرو رپورٽ رد ڪئي وئي ۽ فيصلو ڪيو ويو ته ڪانگريس هن کان پوءِ پنهنجو سمورو ڌيان پورن سوراج حاصل ڪرڻ ۾ لڳائيندي.

١٩٢٩ع کان وٺي ڪانگريس جو اهو "پورن سوراج" (Complete indepedence) جو مقصد اڄ تائين قائم آهي.

## ماروآڙي شراب سنڌي شيشي ۾

١- ها! ها! جوڀن جاءِ مت، مٺن پرڀت هون ٿوءِ - ٽيوري گج گمان سين لاکه نمت هٺن موءِ،
جوڀن وچ نه مون وٽان مان ٿوکي منع ڪريان - ٿنهنجي هونديءَ فقط ٿا لکين تون منهنجي اڳيان.
٢- چام پرانسي من نئو نئنان وهي سپاءُ - اري جوانسي باوري ايڪ بار ڦر آءُ،
جسم جهونو پر من نئون ۽ ساڳيو اکين سڀاءُ - اڙي جواني باوري ڀيهر وري تون آءُ.
٣- جوڀن گيو سو پل هٽو سر کي ٽلي بلا - جني جني کو رُسنو پو دک سهو نه جاءِ،
جوڀن ويو ته پل وڃي سر تان لٿي بلا - هر هڪ تَسي مون سان رنو ۽ هاڻي ڪير صلاح.
٤- جوين جوگي هو گيا ڦيري دي گيا دوار - مٺن پاپن تا ڪت رهي ڦريا نه دوجي بار،
جوين جوگي ٿي ڪري لنگهي ويو مون دوار - آءُ اڀا ڳڻ ٿي تڪيو پر موٽيو ڪين ڀهار.
٥- سا جن تي مت جا نيو ٻچڙيا ن پريت گهٽاءِ - وياپاري کي بياج جيون بڌت بڌت بده جاءِ،
دلبر انهن ۾ جاڻ نه ڪو ويچه وڇوڙو ڪندو - واپاريءَ جي وياج جئن پريم وڃي وڌندو.
٦- نئن لگي تو لگن دي تو مت لگئو چت - وه چو ٽينگي روءِ ڪي ته بند وهيگو نت،
اکيون اڙن ته پل اڙن ڪيم اڙج تون چت - روئي چندا نئن تون قاتل رهنديون نت.
٧- ڍيگي پال تالاب ري هنس بيٺو آءِ - پيت پراني جل نهين ڪنڪر چگ چگ کاءِ،
سڪو تلاءُ پڻ پيت پيگي پر هنس نه وڃي اُتان - پهت پراڻي ڪئن ڇڏي پٿر پيو ن پيو ٿو کاءِ.
٨- جو ڏن هوتي بادلي آچي جاءِ اننت - پنت بهنتا سا جنا اوپسر چانهه ڪرنت،
ڪڪر هجان ها جي نه مان اُپ ۾ وڃي ويهان - رستي لنگهندي سڀڻ کي ٺڏڙي ڇانو ڪريان.
٩- پيا ري پوپي پلنگ پرمکه پر چير لگاءِ - جانڪ جهمني بادلي چند لون پٽو ڇپاءِ،
پلنگ مٿي پياري سمهي پڪي پلؤ سان موتهن - جئن نه سنهڙي ڪڪرآه پڪي چندر جي سونهن.
١٠- ڪنتا رن ۾ جا ٿئي ڪيجي ڪن رو سات - ساٿي تاري تين هٺن هيو ڪتاري هات،
ڪنت اُتي رڻ پوءِ ۾ ساٿي ٿيندءِ ڪير؟ - هنيون همت تسرار تي ساٿي ويسر اوپر.

پروفيسر مولچند نکر، ايم-اي.




ليکڪ:- هري - جي - درياڻي [دلگير]

سيٺ بابو سندن پاڙيسري هيو، ۽ هو سندس باغ مان گل ڦل پٽيندا هيا. چنڊيداس، سندس زال ۽ سندس ڌيءَ آشا هن جي باغ کي پنهنجو ڪري سمجهندا هيا. اهو باغ رابيل جي گلن کان سڄي ڳوٺ ۾ مشهور هيو ۽ سيٺ بابو پنهنجو رابيل هنن سان ونڊي خوش ٿيندو هيو. چنڊيداس پنهن جي شاهوڪار پاڙيسريءَ سان هميشه نياز نوڙت سان ڳالهائيندو هيو ۽ هو پڻ موٽ ۾ هن سان فضيلت ڀريو ڳالهائيندو هيو.

الهيءَ ڏينهن چنڊيداس گلن پٽڻ لاءِ ڪجهه سويرو اٿيو هيو. باغ ۾ گهڙندي سندس حيرت جي حد نه رهي. ڪاوڙ ۾ اچي لعل ٿي ويو ۽ منهن تا مٺيون هڻڻ لڳس. آشا سندس اکين جو تارو، آس ۽ اميد، سيٺ جي گود ۾ سرڪي اکيون ٻوٽي سبز چٻر تي ليٽي پيئي هئي ۽ هو...... هو وڻ کي ٽيڪ ڏئي سندس سيني، ڇاتي ۽ وارن تي هٿ گهمائي ڳائي رهيو هو:-

"آءُ پريتم پيار - نگر ۾،
مشڪن ڪشڪن ڦول نشيلا،
هير ٿي ڳائي راڳ رسيلا،
اڄ نازڪ تون نيڻهن - نظر ۾......
آءُ پريتم"

هي پريم جون راتيون ڪڏهن کان وٺي شروع ٿيون هونديون؟ هي پريم جون باتيون ڪيستائين وڃي پهتيون هونديون؟ آخر هن کان رهيو نه ٿيو. غضب جي غصي ۾ مٺيون ڀيڪوڙي، اکين مان آتشي اُلا وسائيندي، شينهن وانگر گجندي اچي پرسان بيٺو.

"بدمعاش...... پا... پاجي..."

جوش کان وڌيڪ ڳالهائي نه سگهيو ۽ ڌيءَ کي ٻانهن کان جهلي وٺي زور سان ڌڪو ڏنائين.

جيئن نه ڪنهن ٻار کان ڪو سندس رانديڪو بابت حق اچي ڦريندو آهي، تيئن سيٺ بابوءَ جي به اهڙي حالت ٿي ويئي. اکيون شوڪي چنڊيداس ڏانهن نهاري چيائين.

"جيڪڏهن مون آشا سان شادي ڪرڻ جو خيال نه ڪيو هجي ها ته........"

”پر ٻه ٽوڪي اشا ڏني ڪير ٿو؟ ڪمينو ڪنهن جاءِ جو. ٽوڪي اهڙو سبق سيکاريندس جو وري وڏن کي سلام ڏيندين. ٽوڪي مان پنهنجيءَ گڏه...... ڪتيءَ سان چادي (شادي) ڪرائيندس. انهن ٽي چوندو هو اشا کي جنهنجي اکين مان ڳوڙها ڳڙي رهيا هيا. پاڻهن کان پڪڙيو ۽ گهر ڏانهن رمندو رهيو.

ٻه هفتا گذري ويا.

عشق جي اوسائيل سرت لاءِ هي ٻه هفتا ٻن سالن کان ٻه وڌيڪ هيا.

هي ٻه هفتا چنديءَ لاءِ پڻ وڏي وڻ ٽي پيا هئا. هن کي رابيلي چمن جو ڏاڍو قدر هوندو هيو؛ رابيل جي خوشبوءِ ۾ پنهنجي دل ۽ دماغ کي وري سڳنڌت ڪندو هيو. اهو سوال هن لاءِ مشڪل معاملو، بلڪ مسئلو ٿي پيو ته هن جي دل کي ڇا پسند هيو، اُشا يا رابيلي چمن؟ سچا سارا ٻه هفتا هو باغ ۾ نه گهڙيو هيو!

پڇاڙي چنديداس گذريل ٻن هفتن ۾ انهيءَ باغ جا وڻا پور پچا ٽيندو هيو. ڪهڙو نه دلڪش گلشن هيو! ڪهڙو نه سندر چمن! ڳوٺ جي پٺي باغ ۾ رابيل ڦٽڻ کان ٽي اڳ سڙي ويندو هيو، پر سرت بابوءَ جو باغ! بيشڪ پنهنجو مٽ پاڻ هيو. سندس رابيل ڪهڙو نه لاثاني! سرڳ جي ڦولن کان وڌيڪ خوشبودار ۽ ڪامديو جي ڪير کان وڌيڪ اڇو!! جڏن وقت گذرندو ويو ٿي تڏن ٻنهي پاڙيسرن جي وچ ڪاوڙ ۽ ڪلفت ٻه پيري ٽيندي وئي ٿي، ۽ ڪن ڏينهن کان پوءِ باقي وري پاڻهين منهن جي رکائي رهي.

آخر چنديداس پنهنجي ٿڙندڙ تمنا ۽ دبيل آرزوءَ کي وڌيڪ روڪي نه سگهيو. رابيلي چمن سندس دل کي انئين ڇڪي رهيو هيو، جڏن لوهه کي چقمق! نيٺ هن آڻ مڃي ۽ هڪ ڏينهن جڏن مارڪيٽ ۾ سرت بابوءَ سان گڏيو، تڏن هن سان رام رام ڪيائين. بابو صاحب به موٽ ۾ دلڪش مرڪ سان رام رام ۾ جواب ڏنو. پڇي ٽئين ڏينهن چنديداس هن سان پنهنجي روزاني نفعي نقصان بابت ذڪر ڪيو ۽ انهن ٽي دلين جو داغ دوستيءَ جي پاڻي سان ڌوپجي وهڪري ۾ وهي ويو. سچ پچ سادن سودن ڳوٺاڻن سان ٿيندو بـــ انئين آهي.

چنديداس وري روز صبح جو باغ مان رابيل پٽڻ ويندو هيو. هو وري خوش هيو، ڏاڍو خوش. اُشا کي باغ ۾ گهڙڻ کان جهلي ڇڏيو هئائين. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ پيڙي جي دل ۾ ڪجهه ڦيرو اچڻ لڳو ۽ سرت بابوءَ جي چال چلگت بابت جيڪي خيال دل ۾ ويهجي ويا هيس سي ڦيرائڻ لڳو. ”ڇوڪرا نيٺ ڇوڪرا آهن؛ جيڪڏهه اُشا کي هڪ گيت ڳائي ٻڌايائين ته انهن ۾ اهڙي ڪهڙو آهي. ڪا اهڙي خطا ته نه آهي. سرت بابو مون غريب جي ڌيءَ سان شادي ڪٿي ڪري سگهندو؟ اهو دوکو آهي، ٺڳي آهي. پر نه ۽ اُشا جوان آهي، حسين آهي، متان سچ پچ شاديءَ لاءِ چيو هجيس!“

هوڏانهن پوءِ پيا سي سرت بابو اُشا جي ترشنا ۾ ترقي رهيو هيو. چنديداس سندس

باغ ۾ ايندو هيو، انهيءَ مان هن کي ڪو فائدو نه هيو. اُنا جي جهاتي جهٽڻ لاءِ هن کي ضرور ڪا رمز رٿڻ گهرجي. آخر...... هڪ خيال دل تي تري آيس. هو پنهنجي سادگيءَ تي عجب کائڻ لڳو ته ڪيئن اڳ ۾ اهڙو خيال ڇو نه تي سجهي آيو.

هڪ ڏينهن چنديداس وات تان لنگهندي ڏٺو ته بابو صاحب باغ جي چوڌاري مضبوط ٻنگرن جو لوڙهو ڏياري رهيو آهي. ويجهو اچي خوش مزاجيءَ ۾ چيائين.

”هي ۽ وري ڪهڙو معاملو مچايو اٿوَ، بابو صاحب؟“

سرت بابوءَ ٻه مرڪي وراڻي ڏنس:

”پيو ته ڪو ٻه خيال ڪو نه اٿم، پر هي ڍور ڍڳا جو اچي گهڙن ٿا باغ ۾، پوءِ ته باغ جي ستيا ناس. اصلي وڻ گهوڙو ٻڌڻ نٿا ڏين. سو اڄ لوڙهي ڏيارڻ جو پڪو ويم خيال؛ چيم هونءَ ته بچاءُ نه ٿو ٿئي، من هيئن ٿئي.“

”ها، اهو تمام نيڪ ٿا ڪريو، بابو صاحب. اهي ڍڳا ٻه وڏو آزار آهن. ساري باڳ کي ناس ڪري ڇڏيندا. رابيل جي بوٽن کي ناس ڪري ڇڏيندا. اهو نيڪ آهي بابو صاحب!“

ٻئي ڏينهن چنديداس باغ ۾ گلن پٽڻ واسطي آيو؛ پر اتي ڏٺي عجب ۾ پئجي بيهجي ويو. سڄي باغ کي چوڌاري مضبوط لوڙهو ڏنل هيو ۽ ڏنگين ڦڏين ڪاٺين مان ٺهيل در ڪلف سان بند پيو هو! سرت بابوءَ کان سواءِ ڪنهن بند ڪيو هوندو؟ هو سڌو هن کي ڳولڻ لاءِ اُٿيو.

”بابو صاحب“، چنديداس پريان ئي آواز ڪري چيو جئين هن پريان سرت بابوءَ کي ڏٺو، ”توهان جي باڳ کي ڪلف ڏنو پيو آهي.“

”ها ڪلف ڏنو پيو آهي.“ بابو صاحب دل ۾ خوش ٿيندي چيو.

”ڇو بابو صاحب؟“

”ڇو؟ مان ته سمجهان ٿو ته مون توکي ٻڌايو هو ته......“

”ڍور ڍڳي کي ٻاهر رکڻ لاءِ“ چنديداس اُٻهرائيءَ مان چيو، ”پر ڪلف ڏيڻ جو ڪهڙو ضرور پيو آهي؟ توهان ته مونکي ٻه ٻاهر ڪڍي ڇڏيندؤ، بابو صاحب.“

سرت بابوءَ ڪوشش ڪندي جواب ڏنو:

”ها منهنجو مطلب ئي اهو آهي.“

پر آخر بابوءَ جي طاقت پوري ٿي وئي ۽ هٻڪندي چيائين:

”ڳايون ڏاڍيون نقصانڪار آهن.“

”ڪجهه اٿم، سمجهان ٿو، پر......“

”۽ هي مينهون......“

”ها ٿو، پر......“

”۽ هي جهنگلي ٻڪريون......“

”پر......“

۽ هي ڳوٺ جا ڪتا......“

”ها ٿو، ها ٿو. سمجهان ٿو، پر ٻه ڇو؟“

چنديداس جوش مان چيو، ”هينئر ته تون ٻلين ڪُئن ۽ نور پٽڙن لاءِ ٻه چوندين.“

”ٻليون، ڪوئا ۽ نور پٽڙا باغ کي ڪئن خراب ڪندا؟“ سرت بابوءَ لڄي ٿيندي چيو.

"ڪڏهن وجهه انهن ٻلين ڪوئن کي؛ ڪوهه ۾ وجهين." چنديداس ٻاڻ تان ٺاٻڙو وڃائي ڇيو، "اسانکي ٻن چاٻين رکڻ جو قيسلو (فيصلو) جرور ڪرڻ گهرجي. روج روج چاٻي گهرڻ به آجار." هينئر سرت ٻابوءَ جي دل ڪجهه مڙيوئي چست ٿيڻ لڳي ۽ ڪجهه هٻڪندي چيائين، "نه نه چاٻي وغيره جو بندوبست ڪرڻ ضروري ناهي. مون باغ کي ڪلف فقط تنهنجي ڪري ڏياريو آهي."

"چنبليءَ جا ٻيڙ ٻيڙ ٻڙائي ويا. رکو جواب ٻڌي سندس تاڪ لڳي ويا. هن سندس چا بگاڙيو هيو، ڪهڙو ڏوهه ڪيو هيو، جنهن حق وناحق سندس ڪري باغ کي بند ڪيو ويو هيو...... پر ٻه ڇو؟

ڪاوڙ ۽ ڏک ۾ بنا ڪجهه وڌيڪ ڪڇڻ ٻڇڻ جي هوائين ٿي منهن ورائي موٽي آيو.

آهسته آهسته ڪري مهينو گذري ويو.

ٻڍڙو غريب چنديداس الائي ڪهڙن وقت ڪاٽي رهيو هيو. ائين پئي سڀجي رهيو هيو ته سندس صحت لٿي پئي هئي، ساٽس وئل وهي چڪو هيو. هينئر رابيل لاءِ ڪيس ڪيترو نه گهڻو پند ڪوڙو پوندو هيو! تنهن کان سواءِ ٻيو باغ اڻ ڏولائتو ۽ دل کي خار خار ڏيندڙ هيو. نه پوري صفائي، نه پوري پرداخت، نه ٻوٽن جون سڌيون قطارون ۽ نه وري رابيل ۾ اڳئين راحت. سندس ٿول نه اهڙو سفيد، نه اهڙو خوشبودار ۽ نه اهڙو ٽڙيل. سندس پن پن ٿي مڻ مٽيءَ ۽ مر جا چڙهيل......!

ويچاري ٻڍڙي جي ڪمزور دل لاءِ رابيلي چمن جي جدائي سهڻ کان ٻاهر هئي. جنهن چنڊ جي ڪشش سمنڊ جي سيني ۾ اٿل پٿل پيدا ڪندي آهي، لئي هن خوشنما باغ جي ٽڪ هن کي بيحال ڪري رهي هئي. سپنن ۾ رابيل جا عاج وانگر سفيد پنڙا نازسان مرڪي هن کي پاڻ ڏانهن سڏي رهيا هيا. پنهنجي اڳين خوشيءَ جي ياد هن کي ستائي رهي هئي، چريو ڪري رهي هئي.

نيٺ وري به هن آڻ مڃي. شرم ۾ ڪنڌ هيٺ ڪري وري پنهنجي پاڙيسريءَ ڏانهن ويو.

"بابو صاحب، مان مشڪين آهيان؛ توهان باگ کي بند ڪرڻ جو پڪو ڪيال نه ڪونه ڪيو هوندو."

"هائو، منهنجو ارادو اجا به پڪو آهي."

سرت ٻابوءَ ٻڍڙي جي سفيد ريش. ڇهري ۾ غم جا نشان ڏٺا. سندس منهن ڪارائيل هيو ۽ اکيون اندر پيٺل. آخر ٿوري لندي گهٽ ڪري چيائين:

"هينئر توکي به ڪل پئي هوندي ته گهڻين ويهين سؤ ٿيندو آهي. جنهن شيءِ کي تون پيار ڪرين ٿو، تنهن کان جدا ٿيڻ ۾ دل کي ڪيڏو نه ڏک ٿو لڳي. تون باغ کي ائين گهرين ٿو جئين چنڊ کي چڪور، گل کي ڀنور. مست دل کي روڪڻ ڪيڏو نه ڏکيو، بلڪ ناممڪن آهي!"

ٻڍڙو پنهنجي خشڪ چپن کي چٽڻ لڳو. هينئر ڪجهه ڪجهه سمجهڻ لڳو هيو. هن ناهه ڪرڻ چاهيو ٿي، پر ڪيس ڪوڙي غيرت جي جوش اُٿڻ نه ڏنو.

”تون سمجهين ٿو ته تون اهڙين آڱرين شڪلين سان اشا هٿ ڪري سگهندين؟ گريب آهيان. گيرت ڪانه وڃائي اٿم“ اچا ته ڪجهه وڌيڪ چوي ها، پر سندس نظر بند ٿيل باغ تي وڃي پئي. لوڙهي مان سندس اک وڃي ٿونڊڙ رابيل جي گلن تي پئي، جن کي سورج جا سونهري ڪرڻا چمي رهيا هئا.

هڪ پيور گنجار ڪندي اندر گهڙي ويو، جتي رابيلي گل پريا تي ٿارن جيان مشڪي رهيا هيا. ’پون - پون‘ جي مٺي آواز چنديءَ کي ڪيپ ۽ خمار ڏئي ڇڏيا. اکين اڳيان ماڪ. پيل اڇن گلن کي پٽڻ جو سندو لطارو قرض لڳس. فقط هڪ منٽ لاءِ، فقط...

هو ڏانهن هن جوان پاڙيسريءَ کي اشا جو هٿ سونپڻ......! پيو پيور پون پون ڪندي لنگهيو. چندي پڻ ساڻس گڏ پون پون ڪرڻ لڳو.

”مان لنهنجي نظر ۾ بيشڪ غريب هوندس“ سرت بابوءَ لڇ مان لعل ٿيندي چيو، ”پر مان اشا کي سکيو گهو ڏئي سگهندس، لنهن ڪانسواءِ پنهنجي دل جو اٿاهه پيار...“

صبح جي چڙهيءَ اس ۾ رابيلي چمن اٿين مرڪي رهيو هيو جڻن ڪا حسين شهزادي هيرن جواهرن جي جڙيل پوشاڪ ۾. هڪڙو پوپٽ باغ منجهان پاهر اڏامندو آيو، اٿين جهڪ دنيا کي مدهوشيءَ ۽ ليم خوابيءَ جو پيغام پهچا ٿڻو هيس.

چنديءَ نيٺ به انسان هيو. هن هار قبول ڪئي.

”چگي حرفت هلائي مونکي ڦاسايو اٿئي“ چندپداس مشڪي هنجي پنيءَ تي هلڪي ٺڦڙ هڻي چيو ”چوڏاري ڦابو آهيان“ ”پر منهنجي فقط اها مرجي آهي، ته جيترو تو مونکي هنن پنجن منٽن ۾ باگ جي پوسان بهي تنگ ڪيو آهي“ پيڙي وري به خوش مزاجيءَ ۾ چيو، ”اولرو مان به توکي ڪيان ها“.

”گهٽا پر توهان به ڪونه آهي“ سرت بابو هنکي سهرو سمجهي ادب سان چوڻ لڳو، ”نه فقط پنج منٽ پر سڄا سارا ڏهه هفتا، جڏهن توهان مونکي اشا سؤنپڻ کان انڪار ڪيو. توهان سمجهي لٿا سگهو، ته جيترو توهان منهنجي رابيلي چمن کي پيار ڪريو ٿا لنهنکان وڌيڪ مان توهان جي وڃه کي گهوندو آهيان“.

پيو زور سان کلڻ لڳو ۽ وري سندس پنيءَ تي هلڪي ٺڦڙ هڻي چيائين:

توکي اشا ڏيڻ کري مان ڪو ناراج ڪونه آهيان. تون به منهنجو حرفتي ناٿي آهين“.

مهيني ڪانپوءِ سرت ۽ اشا جي سک سان شادي ٿي گذري ۽ پيو ۽ چندپداس گهر ڪڇيون هڻندو خوش ٿي موٽيو...... ۽ خوش به چوان ٿئي، ڪو خراب سود ته ڪونه ڪيو هيائين؟



# برهمچاريہ

**ايشور** پـد ني رسائـي برهمچاريہ پالـنا،
صاف **گيتا** ۾ سٽا ڏيـو پرم يـوگيءَ **ڪرشنا**.
١- **لڪشمڻ ڀيشم** پتا مهہ ۽ **ديانند** مهہ رشي،
موت کي جيتيو جني ڌاري فقط هيءَ ڌارنا.
٢- گرهست ۾ ڏس برهمچاري **گانڌي گوتم جنڪ رام**،
تُو ڪري جڳتـو سچو جـن کي نمي آراڌنا.
٣- مرض دشمن جي مٿان ڏي ٿي سراسر سوڀ هي،
تخت تندرستيءَ جو بخشي ٿي سندس بس پاونا.
٤- امر آنند جي وهائـي دل انـدر ڌارا سچي،
عمر انهيءَ کي وڌائـي ويگ مان هيءَ واڇنا.
٥- چاهہ چستي تيج طاقت تـرپتي تن ۾ پـوري،
چنڊ جان چمڪائي ٿي چهري و چت جي گلشنا.
٦- سهڻ شڪتي شانتي سک سمپدا ساري ڏئي،
پاءِ ڀڳتي ڀو ڀم ڀوتـو ڏي سچي ساجـن شنا.
٧- آتمڪ ۽ مانسڪ شڪتيون وڌائي ويگ مان،
راڄ من اندرين ڪرڻ ٿي ڪاڌ ٿئي ٿي ارچنا.
٨- سرلتا سنتوش سچ سان ٿي پـوري سينو سدا،
من منجهان هـر ڪا مٽائي ٿي وڪاري واسنا.
٩- بين **ڪرشن** جان پري ٿي ٻول ۾ جادو جبر،
**ڪامڌينوءَ** جان پچائي قلب جي شڌ ڪامنا.
١٠- سدا چارين سوروين جي ڀاري صف انـدر،
خوف خطر و بزدلي ٽاري سندس هڪ گرجنا.
١١- برهمچاريءَ جي آ مورت **ايشور** مورت سمان،
صاف **ويدن** مان ملي ٿي هيءَ سراسر سوچنا.
١٢- ساتوڪ کاڌو و ڪسرت سادگي ويچار شڌ،
من و اندرين تي ڪپي پورن طرح جي شاسنا.
١٣- برهمچاريہ ورت پالـڄ پيو اڄا **مستان** تون،
بعد شاديءَ جي بہ چيتج هيءَ چڱيري چاهنا.

منگهارام شيوڪرام [ مستان ]

# عربي ۽ انگريزي زبان تي سنسڪرت جو اثر

ليکڪ:- چيتن ديو ورما [ ٻراج ]

پارتو اسين جي ماتري زبان سنسڪرت آهي. سنسڪرت زبان نه رڳو ڪنهن وقت آريه ورت ۾ ڳالهائي ويندي هئي بلڪ سڄي دنيا ۾ فقط سنسڪرت جو پرچار هو. آريه ۽ انارِيه سڀ سنسڪرت سمجهندا هئا. رفته رفته سنسڪرت زبان کي ماڻهو وساريندا ويا ۽ پنهنجي پنهنجي ملڪ لاءِ جدا جدا ٻوليون ايجاد ڪندا ويا.

بائيبل ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي ته دنيا ۾ اول هڪ زبان هئي مگر خدا جي مرضي ٿي ته ماڻهو هڪ ٻئي جا خيال نه سمجهن، هنن ۾ اختلاف پوي جنهن ڪري خدا، ماڻهن جي هڪ زبان ۾ تفاوت آندو يعني ٻيون ٻوليون جوڙي راس ڪيون.

بائيبل جي مٿين چوڻي ڪيتري قدر درست آهي ان بابت بحث ڪري نٿو سگهجي. اصولي نقطه نگاهه کان ڏسڻ تي معلوم ٿيندو ته جدا جدا زبانون هئڻ ڪري دنيا جي انسانن ۾ ايڪي قائم نه آهي ۽ جيستائين دنيا جي هڪ زبان نه آهي تيستائين منش ماتر جي برادري قائم به ٿي نٿي سگهي، اهو ئي ڪارڻ آهي جو دنيا جا وڏا وڏا فيلسوف انسان ذات جي ايڪي پيڙهه تي پائڻ پيدا ڪرڻ جو يتن ڪن پيا ۽ جيستائين دنيا جي سڀني انسانن جي ايڪي ٻولي نه ٿيندي تيستائين ممڪن ئي نه آهي جو دنيا جي انسانن جو سنگٺن ٿي سگهي.

دنيا ۾ سنگٺن پيدا ڪرڻ لاءِ سنسڪرت زبان سمرٿ آهي. سنسڪرت جا لفظ سڀني زبانن ۾ موجود آهن انهيءَ ڪري چئي سگهبو ته سنسڪرت زبان جي پرچار ڪرڻ سان ئي اسين ڪنهن منزل تي پهچي سگهنداسين.

ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته دنيا جي وڏن وڏن ملڪن، ماڻهن ۽ خاص لفظن، مهينن، ڏينهن وغيره جا نالا سنسڪرت آهن.

مثلا يورپ ۾ ”سويڊن“ جو سنسڪرت لفظ ”سويد“ مان نڪتل آهي: جنهن جي معني آهي ”سپاهي ماڻهو“. ”عربستان“ يعني ”اروستان“ يعني گهوڙن جي جاءِ آئرلينڊ سنسڪرت ۾ آهي ”آير کنڊ“، يورپ سنسڪرت ۾ لفظ ”سوروپ“ معنيٰ آهي خوبصورت. ”عدن“ سنسڪرت جو

"اديان" لفظ مان نڪتو آهي جنهن جي معني آهي باغ. 'جرمن' سنسڪرت جي 'شرمن' مان نڪتو آهي جنهن جي معني آهي برهمڻ يا ساڌو. 'ناروي' حقيقت ۾ ناراواج آهي جنهن جي معني آهي ملاحن جو ملڪ، 'بالٽڪ' سنسڪرت جي 'بالاٽڪ' جو روپ آهي ۽ ارٿ اٿس ٻيڙن جو سمنڊ.

مٿين شهرن جي نالن مان معلوم ٿيو ته قديم زماني ۾ سنسڪرت زبان عام هئي ۽ اهوئي سبب آهي جو اڄ تائين انهن شين جا نالا ڪنهن هڪ خاص لفظ جي ڦيرقار کانسواءِ ساڳي معني ۾ قائم آهن. هاڻ اچو دنيا جي مهاپرشن تي "آدم" سنسڪرت جو "آدم" يعني آدي پرش، مسلمان، عيسائي ۽ آدم کي دنيا جي آد ۾ پيدا ٿيل سمجهن ٿا، حضرت ابراهيم جي ڌرمپتنيءَ جو نالو سرس يا سرهه هو جو سنسڪرت "سرسوتي" لفظ مان نڪتو.

يوسف "پشپ" مان، جيڪب "ڪيشب" مان ۽ سليمان "سالومن" مان نڪتل آهن. هفتي جي ڏينهن جي به ساڳي حالت آهي. آهن انگريزي نالا پر سنسڪرت سان وڏي ۾ وڏي مشابهت رکن ٿا، مثال لاءِ وٺو.

فرائيڊي پرگودوس، منڊي ماس دوس، وينسڊي، بندو ديوس ٿيوزڊي، ليبرڊوس. ساڳي ريت سال ۾ ٻارهن مهنا آهن، انگريزيءَ جا ڪيترا مهنا سنسڪرت جا آهن. جوليس شاهه جي نالي تي جولاءِ ۽ ان ريت جوليس قيصر هڪ اڌ مهني تي پنهنجو نالو ڌري ڇڏيو نه ته سڀ مهنا سنسڪرت جا نظر اچن ٿا. انگريزيءَ ۾ سپٽمبر چون ٿا ۽ سنسڪرت ۾ "سپٽمبار"، سنسڪرت ۾ "اشٽمبار" ته انگريزيءَ ۾ آڪٽوبر (اشٽ آڪٽ ٻنهي جي سنسڪرت ۾ هڪ معني آهي) "نوبمبار" سنسڪرت ته نوبمبر انگريزيءَ ۾. "دسمبار" سنسڪرت ۾ ته ڊسمبر انگريزيءَ ۾. ڇا ڪاڻ ته انگريزي مهنن ۾ جوليس قيصر ڦيرقار ڪري اُن، ڪن ماڻهن جا نالا رکيا جنهنڪري ڪن مهنن ۾ تفاوت، ٿي پيو نه ته سڀ جا سڀ مهنا ۽ ڏينهن سنسڪرت لفظ آهن.

هاڻ اچو ڪن انگريزي لفظن تي.

هارٽ "هردو" معني دل، از "استي" مائينڊ انگريزي ۾، سنسڪرت ۾ "منس"، انگريزيءَ ۾ يو ۽ سنسڪرت ۾ "يويم"، گراس، سنسڪرت ۾ گهاس، ميونسپل سنسڪرت ۾ "منشپال"

مٿين اکرن مان معلوم ٿي سگهندو ته دنيا جي آد جي زبان سنسڪرت هئي ۽ اهوئي ڪارڻ آهي جو اڄ تائين هزارين سنسڪرت جا لفظ انگريزي ۾ موجود آهن، ساڳيءَ طرح عربيءَ جو حال آهي. عربيءَ جا مصدر نه آهن، نڪي عربي زبان اهڙي آهي جنهن ۾ سڀ لفظ موجود هجن. سنسڪرت ۾ پاڻي جا سوا سو نالا آهن ۽ عربي، ڇپائي وغيره نالا جي پاڻيءَ تي رکيل آهن سي گهڻو ڪري الي ملن ٿا.

عربيءَ ۾ پاڻيءَ کي ماءُ چون ڇپائيءَ ۾ "مزو" سنسڪرت ۾ هڪ نالو پاڻيءَ جو "مهه" به آهي. ماءُ نالو عربيءَ ۾ آهي شرف، سنسڪرت ۾ "سروپ" معني ۽ مطلب ٻنهي جو هڪ آهي.

عربيءَ ۾ ”ڪيف“ لفظ آهي سنسڪرت ۾ آهي ”ڪرپي“ معنيٰ ٻنهي جي هڪ آهي يعني ”ڪهڙيءَ طرح“ عربيءَ ۾ ”عارض“ شبد آهي ۽ اهو شبد ٻه سنسڪرت جي ”ارٿي“ لفظ مان موجود نڪتو.

سنسڪرت ۾ شوڪ جو مصدر ”شچ“ آهي، عرب ماڻهو ”چ“ جو اچار نٿا ڪري سگهن، ان ڪري عرب ۾ مٿين مصدر ”شجو“ شجا وغيره جي شڪل اختيار ڪئي ۽ معنيٰ جا سنسڪرت روٽ جي آهي اها ئي عربي جي آهي.

”مون هنڪي ڇيو“ هي هڪ جملو آهي عربيءَ ۾ چوڻ لاءِ فعل يا قال جو مصدر ڪم اچيتو، انگريزي ۾ ٻه هن مصدر جي مقابلي ۾ ”ڪال“ روٽ موجود آهي سنسڪرت ۾ انهن جي مقابلي ۾ ”ڪل“ آهي جنهن جي معنيٰ ٻه آواز ڪرڻ آهي.

سياست يا سياسي اهم مشهور لفظ آهن، عربيءَ ۾ سياست يا سياسي جو ماد ’سيس‘ آهي، جنهنجي عربيءَ ۾ معنيٰ ”لغات صراح“ ۾ ”عملداري ڪردن“ لکيل آهي، عربي روٽ سيس جي مقابلي ۾ سنسڪرت زبان جو ”شاس“ موجود آهي جنهن جو ارٿ ٻه ساڳيو ئي آهي، ”ش“ ۽ ”س“ ۾ تفاوت ٿيڻ فلالو جي ۾ بلڪل معمولي ڳالهه آهي. نه رڳو ايترو پر ٻيا ٻه ڪيترا لفظ آهن جن جي مصدرن مان ائين معلوم ٿيندو ته هو سنسڪرت روٽن مان نڪتل آهن ڇو ته سنسڪرت جا روٽ ٻن، ٽن اکرن ۾ ختم ٿيندا، عربي ۽ انگريزيءَ ۾ روٽن لاءِ چار چار يا پنج پنج لفظ ڪم اچن ٿا. هن ڪان پوءِ جو وقت مليو ته وڌيڪ اپٽار ڪئي ويندي.



# بنسري

## روپ آسا

ٽل- مٺڙا ٻڌاءِ موهن آواز اڄ بنسري،
ڪر سوز مان لون هاڻي آغاز اڄ بنسري.

١- مرليءَ سندو هي مڌر رڳ رڳ ۾ ٿو رچي دم،
ورهين جو ٿو وڃي غم دمساز اڄ بنسري.

٢- آڌي اٿي سويلي ساجهر ۽ صبح ويلي،
تون ويھ تار ميلي همراز اڄ بنسري.

٣- آلاپ عشق وارو سهڻا سڻاءِ نيارو،
ٿئي گم هي جسم سارو واعجاز اڄ بنسري.

٤- وه تار سان ٿي هستي منجهي چڙهي ٿي مستي،
سٽ ڪر اچي ڏي دستي ممتاز اڄ بنسري.

٥- ڪولي ڪپاٽ قلبي روحي سري ۽ جهري،
منزل ٻري ۽ ٻهري پرواز اڄ بنسري.

٦- هر حال ۾ حقيقي هر تار ۾ شفيقي،
هر راز ۾ رفيقي مجاز اڄ بنسري.

٧- تون هين توهين تو تون تون هر جان ۾ ٿي جو جو،
فلڪين مچائي هوهو طناز اڄ بنسري.

٨- خوبي خيال شاغل هر تار تار مائل،
ٿيو عرش ڪرس داخل شهباز اڄ بنسري.

مجروح جو مٺايو ماڻهن وچايو
سارو سچو سڻايو آواز اڄ بنسري.

حڪيم لعلچند (مجروح)




ترجمان :- چيتن - ٻي - شهاڻي.

پرگونو هڪ اسپتال ۾ ڪمپائونڊر هو. ساري ڳوٺ ۾ هو نشتي ۽ ڦڙٻاٽي جي ٽالن سان ڀرسٺ هو. ٽاٽال جا ڏينهن هئا. هڪ سانجهي ءَ جو هو راڻپنو ڳوٺ مان ٿئي موٽيو. ڊاڪٽر کيس اسپتال لاءِ ڪجهه دوائون خريد ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. هن کيس پنهنجو سٺي ۾ سٺو گهوڙو ڏنو هو، ان لاءِ ته سويلئي موٽ ڪاني. کيس دوائون بلڪل جلدي کپنديون هيون.

ڏينهن هو ته گهٽوٽي چڱو ٻر سانجهي ءَ جا اٽ لڳا ته اچي سخت طوفان لڳو. طوفان ۾ برف جي ڳڙن سان. اُن وقت پرگونو کي اڃا چار ميل ڪن پنڌ ڪرڻو هو. پر اوندهه الله ڪار ۾ هو رستو وڃائي وينو. پرگونو سخت انتظاري ءَ ۾ پئجي ويو. ڪانئس گهوڙو ئي نه پيو هلي ۽ نڪو وري ڪوکيس رستو پيو نظر اچي. نيٺ گهوڙي کي وٽي چيڪ ڇڏيائين ۽ پائيائين ته وفادار جانور پاڻيهي پنهنجو اجهو ڳولي لهندو. ائين ۾ ڪلاڪ گذري ويا. گهوڙو ڊوڙي ڊوڙي ساٽو ٿي ويو هو. پاڻ ۾ ٿوري برف ٿي ويو هو. کيس هاڻ پڪ ٿي ته **راڻپنو ڏانهن** پيو موٽ ڪان. اُتي طوفان جي غوغاءَ ۾ ڪتي جي پڙلڪ ڪن پيس ۽ اڳيان گهوماٽيل ڳاڙهي لاٽ نظر آيس. آهستي آهستي هڪ وڏو دروازو، پوءِ ٻلوڙهو ۽ تنهن کان پوءِ هڪ پيٽ ڏسڻ ۾ آيس. لوڙهو سڄو اُپن نوڪدار ڪيلن جو هو ۽ ٽپي وڃڻ محال هو. اِتي هوا لڳي ۽ برف جو ڏنڊ سندس اکين اڳيان هٽبو ويو. جتي پاڻ ڳاڙهي لاٽ ڏٺي هئائين اُتي هڪ ننڍي ڪڪائين جڳهه سندس اڳيان اچي اُڀي ٿي بيٺي. حقيقت ۾ هئي ته مالڪن ۾ دريون صفا بند ڪري ڇڏيون هيون باقي بچل ٽيـن وري ڪنهن ڳاڙهي شيءِ سان ڍڪي هئائون ۽ اندر جاري لي ڪري بتي رکي هئائون.

هي ءَ جڳهه ڪنهنجي آهي؟ پرگونو کي اوچتو يادگيري پيئي ته رستي جي ساڄي هٿ تي، اسپتال کان سا ٻ اٽي ٻا چار ميل پري **آندري چريڪو** جو گهٽو آهي. اهو **چريڪو** ڪن گاڏيوارن هٿان ٽازو خون ٿي ويو هو. کيس اهو به ياد آيو

ته ڇوڪرو پنهنجي زال ۽ ڌيءُ ليمبڪا
ڇڏي ويو آهي. هوءَ اٽڪل ٢ سال اڳ
اسپتال مان ٽي وئي هئي. ان گهٽي جو نالو
بدنام هو. خاص ڪري سانجهيءَ جو ڪنهن
ڌارئين انسان جي گهوڙي چورائڻ وڃڻ
جو نهايت گهٽو امڪان هو. پر هو هنوقت
پيو ڇا ٿي ڪري سگهيو. پرگونو اندران
ڪيسي ۾ هٿ وجهي لمپو ڪڍيو ۽ زوريءَ
ڪنگهي، ڇهبوڪ سان دريءَ تي ٺڪ ٺڪ
ڪئي.

"آهي ڪا پر؟ دادي، در ته کول.
ٻاهر ٿڌ ۾ ٿو مران."

اتي هڪ وڏو ٿلهو ڪارو ڪتو زور سان
ڀؤنڪندو ٻال وانگر ٽپا ڏيندو گهوڙي جي
ٽنگن هيٺان لنگهي ويو. وري ٻيو اچو-
ٽيون وري ڪارو. گهٽ ۾ گهٽ ڏهن ڪن
ڪتا اچي مڙيا. پرگونو پنهنجي ساري
طاقت سان پنهنجو ڇهبوڪ وڏي ۾ وڏي
ڪتي کي ٺڪائي ڪڍيو. ڇهبوڪ لڳڻ
سان ڪتي وٺي ڪيڪون ڪيون. هڪڙو
راسته ٿڌي پيو ڪتي جي ڇيٽ، تنهن ته
ڊرڻ ٿي ڏڪائي.

پرگونو اچا دريءَ تي ٺڪ ٺڪ ڪندو
رهيو. ٿوري وقت ۾ ٻاهرين وڻن تي
ٻاري جي مٿان ڪجهه روشنائي ڏٺائين ۽
هڪ عورت جا مٿي کان پيرن تائين گرم
ڪپڙن ۾ ويڙهي پيئي هئي سا هٿن ۾ شمعدان
کڻي اچي پرسان پيئي.

پرگونو بيزاري ڪري چيس: "دادي
گهڙي کن ته اندر اچڻ ڏينم. آءٌ گهوڙي
تي اسپتال ڏانهن پئي ويس. پر رستو پلجي
پيو آهيان. ڏس ته سهين هوا جا ڪهڙا نه
گهوگهاٽ پيا اچن. رب رکي وئي! ڏيڻين
چوٽي، اسين پنهنجائي آهيون دادي."

عورت منهن گنجائي چيو "اسين اندر
ٻاڻ ۾ ٿي پورا آهيون. تون وري ڪنهن
کي ڪپندو هئين. پو به در چو پيو کڙڪائين؟
در کوليندن بعد پيو آهي ڇا؟"

پرگونو دروازي اندر گهڙيو ۽ گهر جي
ڊڪي وٽ بيهي رهيو. ڪجهه سامت ۾
ساهه کڻي چيائين: "دادي نوڪر کي ته
چوين ته منهنجو گهوڙو سوگهو رکي."

عورت خفي ٿيندي چيو: "دادي وري
ماڻهين جي!"

۽ سچ پچ هوءَ دادي ڪونه هئي. جڏهن
هن ٿڌي شمعدان تي وسايو تڏهن روشني
سندس منهن تي بلڪل چٽي طرح پيئي ۽
لحظي ۾ پرگونو سندس ڪاريون پورون
ڏٺيون. هوءَ ليبڪا هئي.

اندر گهڙندي هن رڪائيءَ سان جواب
ڏنو "وڏو اسانجو سيٺ اچي لٿو آهين.
هن مهل نوڪر ڪٿان آيا. ڪي نشي ۾
آلوٽ سمهيا پيا آهن ۽ ڪي صبوح جو
رانپوڏانهن هليا ويا آهن- اڄ موڪل آهي..."

جڏهن پرگونو ڪڙه ۾ پنهنجو گهوڙو ٻڌي
رهيو هو تڏهن هٽڪار ٻڌائين. اونده ۾
ڪيس ٻيو گهوڙو نظر آيو. ڏٺائين ته گهوڙي
تان اڃا زين نه لاٿي وئي آهي. تڏهين
چٽيو ته عورت ۽ سندس ڌيءُ کانسواءِ به
ڪو ٻيو آدمي اندر آهي. رڳو ٻيهو ويچاري
پرگونو سمجهيو، بهتر سمجهيو ته گهوڙي جا
سنج لاهي پوءِ اندر گهڙان. ڳوٺ مان

جيڪا خريداري ڪري موٽيو هو سا ۽ سنج ٻاڻ سان ڪٺي اندر گهڙيو.

ٻهرين ٻهرين ڪوٺي جنهن ۾ هن ٻيو ڏريو سا جيڪي سو وڏي هئي ۽ گرم هئي. هيڪا راهڙي پئي آئي جڻ ته ڪنهن تازو سڄو فرش ڌوتو هو. هڪ بندرو ۽ ڪجهه قدر ڏيرو هاري جو اٽڪل چاليهن ورهين جو پئي ڏٺو سو سامهون ميز تي ويٺو هو. ڪيس ننڍي ۽ سهڻي ڏاڙهي رکيل هئي. ۽ لڪي نيري رنگ جي خميس پيتي هئي. هو **ڪلشنڪو** هو. وڏو ڪاٽڪو هو. سندس ڏنڊو تي هو گهوڙا چوراڻ. سندس پي ۽ چاچو هڪ وڏي ڳوٺ ۾ گهوڙا هلائيندا هئا ۽ هو چورايل گهوڙا بلڪل سستي اگهه ۾ وڪڻي ڇڏيندا هئا. هو ٻه ڪئين دفعا اسپتال ۾ آيو هو ٻه نه دوا درمل ڪرائڻ. پيري پيري ڊاڪٽر سان اچي گهوڙن جون ڳالهيون ڪندو هو. سدا ئين ڪا ٽٽس ٻچندو هو سا ئين ڪو گهوڙو وڪڻندا. تمام چڱي رقم ڏيندو سانو. هن وقت هو متي تي سرها ٻيل مکي ڦٽي ڦوڪارو ڪيو ويٺو هو. ڪنن ۾ ڪري وڏيون روپيون واليون پاتيون هئائين. وڏو سيٽ پٽ بنيو ويٺو هو. هتن ۾ هڪ وڏو موٽن جو ڪتاب هوس جو ڏاڍي شوق سان پئي ڏٺائين - پر ۾ هڪ ٻيو ڪاسجي لنبو ٽيو سمهيو پيو هو. سندس پاسي کان وڏو ڪل پئي ٻرو يو- پنهنجو متو، ڪلها ۽ چاتي ڪري رڍ جي کل سان ڍڪيا هئائين- شايد ننڊ ۾ هو. بوٽ جيڪو لاهي رکيو هئائين سو صفا نئون هو. ڪڙين کي جو نعل هٿا يا هئائيــن سي

جنسي ڀڪيا پئي. سندس پادرن کي جيڪا برف لڳي هئي سا آهستي آهستي ڳرندي پئي ويئي ۽ ويئي تي ڇوڏاري ننڍا ننڍا ڊٻا ٺاهيندي.

ڪمپائونـــڊر کي ڏسي **ڪلشنڪو** کيس کيڪاريو.

پرگونو پنهنجا گوڏا هٿن سان مهٽي چيو: "ها، اهي سڀ هوا جا ڪم آهن. پاهر ته ولهه تي واڪا ڪري. برف به گهٽي ۽ ٿا ئين آهي. خدا جو قسم منهنجي ته ڪل تي ڪي ويئي آهي- ۽ منهنجو لمنچو به..."

ائين چئي هن لمنچو پاهر ڪڍيو ۽ متانس نظر ڦيرائــي وري واپس کيسي ۾ وڌو. لمنچي ڏيکارڻ جي مراد حاصل نه ٿي. ڪلشنڪو ڪتاب ڏسڻ ۾ ٿي مشغول ٿي ويو.

"ها نو، هي سڀ هوا جا ڪم آهن...... آءٌ رستو صفا پلجي پيس. جي آءٌ ڪتن جي ٻڌڪار نه سڻان ها ته قسم سان هينئر متو ٻيو هجان ها. خدا ڪو خير ڪري، ٻـــر زائفانون ڪٿي آهن؟"

ڪلشنڪو ورندي ڏني. "دادي ويئي آهــي راڻپنو ۾ ۽ ڇوڪر ڪانو پيئي تيار ڪري......"

ڪجهه وقت ته سانت ٿي ويئي. پرگونو ڏکيو پئي ۽ رکي رکي اپا ساهه پئي پرپائين. هٿن کي ڦوڪون ڏيئي پئي مهٽيا ئين. اهي ٿال فقط الله تي، ڪيا ئين لـــ ڪلشنڪو سمجهي ته ٺري تپ تي ويو آهيان ۽ اهڙو اٽڪل آهيان جو هڏو هڏو ٿو ٽڪر ٿئيم. پاهر ڇهبوڪ ڪاڌل ڪتن اچا پئي پونڪيو.

"ڪهڙي ڳوٺ کان ٿو اچين؟"

"بوگا ليووڪا ڪان"

وقت گذارڻ جي خيال کان، پرگڻو ٻرگ ليووڪو جو وڏي خيال ڪرڻ لڳو. چڱو ئي وڏو ڳوٺ هو ۽ هڪ تمام اونهي ترائي ۾ وسيل هو. چانڊوڪي رات ۾ شاهي سڙڪ تان هيٺ ترائي ڏانهن نهار ۽ وري ڪري آسمان ڏانهن نظر ڪر ته ڄڻ ته چنڊ ڪنهن ٻي پاتالي اوڙاهه مان پيو چمڪي ۽ انسان ڄڻ ته اچي دنيا جي ڇيڙي تي پهتو آهي. ڳوٺ ڏانهن جيڪو رستو ٿي ويو سو اهڙو ته سوڙهو هو جو ٻه گهوڙا ٻه مشڪل هلي سگهن. اتفاق سان جي ڳوٺ ۾ وچڙندڙ بيماري پوندي ۽ سڀني کي بوگا ليووڪا مان لڏ پلاڻ ڪرڻي پوندي ته ماڻهن کي پاڻي جي پرگڻو کي ماڻهن کي ٽڪا ڏيڻا پوندا هئا ته سڀ رستي تان ٻوش پوش ڪندو ويندو هو يا ته سارو وقت پيو سيٽيون وڄائيندو هو. بوگا ليووڪا جا ڳوٺاڻا ٻن ڳالهين کان مشهور هئا. باغات جو ڪم ته ڪو ڪاڻ سگهي ۽ پيو هئا پهرين نمبر جا ڌاڙيل ۽ گهڻو چورائيندا ئي گهوڙا هئا. سندن باغ گهڻو ڪري ٻارهان ئي مهنا پرپور هوندا هئا. بهار ۾ ته سڄي ڳوٺ جي ڇا ڳالهه ڪجي! قسمين قسمين گل ۽ ٻوٽا ڇهرمر لڳا پيا هوندا آهن. سارو ڳوٺ جنسي گلن ۽ ميون سان ڍڪيو پيو هوندو آهي. ٻه چار ڪو ٻيڪ ڪري باغاني کي ڏي. پوءِ ته سائين ميووڪاني وڻنو ڍؤ ڪر. ڳوٺ جون زالون چڱيون ٿي سهڻيون هيون ۽ پر ڏٺيون، مٺيون ۽ ٽوٽ. زيورن ۽ ڳهن پائڻ جون شوقين پر ڪم جو

ٿيو پلو. پاڻ ۾ سارو ڏينهن گڏجي وڃي قصا ڪٽيندي يون هيون.

اتي ڪنهن جي پيرن جي آهٽ جو آواز ٿيو. ليوڪا اگهاڙن پيرن سان ڏاڍي نزاڪت سان اندر گهري. ڪيس سڄي ڳاڙهي پوشاڪ پيتي هئي. عمر جي وهن ورهين جي لڳي ٿي ...... گهوڙڻ سان هن پرگڻو ڏانهن ٽيڏي نظر سان نهاريو ۽ ٻه دفعا ڪوٺي ۽ جي هڪ ڪنڊ تائين اچ وڃ ڪئي. هلي ٻه ڏاڍي لاڏ سان ٿي. سندس لوڏني لڪائي لڏو. سندس مشڪ موهي ٿي ڇڏيو. ظاهر هو ته ڪيس تازي ٿولڻ فوش تي هلڻ ۾ ڏاڍي فرحت ٿي آئي ۽ سندس جتي لاهڻ ۾ ڪو مڙئي راز هو.

اتي ڪلشنڪو وٺي ٽهڪ ڏنو ۽ ڪيس آڱر سان اشارو ڪيو. هوءِ يڪدم وٽس ڊوڙي ويئي. هن ڪيس هڪ مورت ڏيکاري جنهن ۾ نبي ايليجا ٿي گهوڙا عرش ڏانهن اڏائيندو پئي ويو. ليوڪا پنهنجي نونٽ ميز تي رکي ڏاڍي مزي ۾ مورت کي ڏسڻ ۾ لڳي ويئي. سندس پاسي وارا وار ڪلهن تي لڙي آيا هئا. وچ ۾ ڪٽي هئائين چوٽي. هڪڙي پوشاڪ لعل باقي جو ڳاڙهي ربن ڪٽي ٻڌي هئائين تنهن ته سندس سونهن کي ڪٽي ڏنو هو. سندس چوٽي پئي زمين سان لڳي. مورت ڏسي پئي مشڪيائين ڪشڪيائين.

ڪلشنڪو چيو: "ڏس، ڪهڙي نه حيرت انگيز مورت آهي - ڪمال آهي." ائين چئي هٿن جي آڱرين چرپر ڪيائين ڄڻ ته نبي ايليجا جي بدران گهوڙا ئي پاڻ ٿي هڪليا ئين.

ٻاهر هوا گهوگهاٽ ڪيو پئي لڳي ۽ اهڙا کيڪڙاٽ پئي آيا، ڄڻ ته ڪتو ڪتي کي نڙي ۾ ننهن ڏيئي چيچلائي رهيو آهي.

ليبڪا ٻ جي چيو: "مهري مهر ڪري. شايد ڏائڻيون ڳوٺ ۾ ڪاهي پيئون آهن."

ڪلشنڪو جواب ۾ چيو: "تون ته ڪا ڇوري آهين - هي سڀ هوا جا آواز آهن."

منٽ ٻه رکي پرگونو ڏانهن منهن ڪري چيائين "۽ سائين اوهانجو ڪهڙو رايو آهي - دنيا ۾ ڀوت ۽ پريت آهن ڪين نه؟"

پرگونو ڪلهي کي لوڏي وراڻيو "پاڻ ڪهڙيون ٿو ڳالهيون پڇين! جي ڪو عقل هلائي ۽ وگيان جي اوٽ وٺي ته پوءِ ڇاڇا جن ڀوت، اهي ته سڀ ڀرم آهن. اسان جهڙن پورڙن کي سچ پيو لڳي ...... پنهنجي حياتيءَ ۾ مون ڪئين ڪم ڪيا آهن. گهٽوٽي پٽڪيو آهيان ...... جڏهين پڙهي پورو ڪيم لڏهين ملٽري ۾ وڃي ننڍو ڊاڪٽر ٿيس. ٻيا ڇا ٿو ٻڌائين. آءٌ لڙائيءَ ۾ ٻه لڙي آيو آهيان. مونکي پنهنجي ايمانداريءَ، بهادري ۽ شيوا جي اجوري ۾ هڪ ٻلو عطا ڪيائون. لڙائي ختم ٿي ۽ صلح ٿيو ته مون يڪدم روس ۾ موٽ ڪاڏي ۽ وري اچي ساڳئي ڌنڌي کي لڳس. هيترا هنڌ جو قريو آهيان سو سمجهان ٿو ته مون اهو ڪي ڏٺو آهي جو ڪنهن ماڻهوءَ ڀڄي سپني ۾ به نه ڏٺو هوندو. اوهان ڪان ضرور ڪي قدر سرس آزمودو اٿم. حقيقت ته اها آهي ته مون کي غيب عالم جي چڱيءَ پر خبر آهي. مون خود ڀوت ڏٺا به آهن. ڪين ڪو سگهه ۽ ٻچ ڪو نه ٿيندا آهن. اهي سڀ واهيات ڳالهيون اٿو- پر ڪنهن ريت مون ڪين ڏٺو آهي."

ڪلشنڪو پڇيو "ڪٿي؟"

"ڪئين هنڌن! پر پوءِ ڳالهيون ڪري ڇڏ. اها تازو اڳئين سال جي ڳالهه آهي. هه مونکي هتي گڏيو هو. پار راس جو اهي ڳالهيون ڪوڻ نه ڪڇن. اصل هن جاءِ جي ويجهو. مونکي ياد آهي ته مون گوليشنو ڳوٺ ڏانهن پئي گهوڙو هڪليو. الي ماڻهن کي ٽڪا ڏيڻا هئم.

گاڏي ۽ گهوڙو اهڙا هئا جن هوا سان ڳالهيون ٿي ڪيون. آءٌ ڏاڍي ڳرانيءَ سان پيو وڃان. پاڻ سان اسپتال جي پهريدار کي به ڪنيو ن هوم. پيلي خوف هوم. پلا اهڙن وقتن تي ڪئين ڪا ٽڪو ٿو لاءِ پيا چوڏاري ڦرن. اڃا واهه جي منهن وٽ پهتس ته—. ڏسان ته هڪ ماڻهو پيو ويجهو اچي. پر ڳالهه ٿي ياد اچي ته ڏرن ٿي ڏڪي. ٿلهو ڏٺو متارو! اصل هٿن پينو آهي! ڪارا وار ڪاريون اکيون. منهن ۾ وري اهڙو ڪارو جو مون سمجهو ته ڪري منهن کي ڪارنهن ٿقي اٿس ...... ويجهو اچي ٽڪا ڪيائين هم نه ٿم. سڌو اچي لغام ۾ هٿ وڌاءِ.

"ڪٿو رهه!" گهوڙي ڏانهن نهاري مون ڏانهن نهاريائين. منهنجو ته ساهه ٿي سڪو. شڪر جو حرف ڪو نه هٿيائين. پڇيائين "ڪاڏي پيو وڃين؟" ائين چئي وٺي ڏند ڪريائين ۽ اکيون اهڙيون ته هيبتناڪ بڻايائين جو منهنجو ته دم ڪڍي ڇڏيائين. مون اندر ۾ چيو "پيلي هي وريءَ ڪهڙي بلا گڏي!" "پاسي واري ڳوٺ ۾ ماتا جي

بيماري منهن ڪيو آهي سو وڃائڻو ماڻهن کي ٽڪا ڏيڻ،“ مون جواب ڏنو. ”پر توهان جو ڪو مون ۾ ڪم آهي؟“ جواب ڏنائين ته ”جي آئين آهي ته مونکي به ٽڪا ڏي.“ آئين چئي ونسي پانهن اڳهاڙي ڪيائين. وري مردار پانهن منهنجي نڪ اڳيان پيو آڻي. ڪاوڙيو سانس ڪونه. نڪو ڪو گاريون ڏنيو مانس. بخيلي به سخت پئي لڳي. پر وس ڪونه ٿي هليو. ماٺ ميٺ ۾ جئن تئن ڪري جڏهن ٽڪا ڏنا مانس تڏهن جند ڇٽي. ڪجهه وقت کانپوءِ پنهنجي نستو ڏانهن نهاريان ته ڏسان ته ساري ڪتيل آهي.

ڪاسبي جيڪو کل اڳيان لنبو ٿيو سمهيو پيو هو، لنهن اوچتو پاسو ورايو ۽ رڙ جي کل جنهنسان ڍڪيو پيو هو سا مٿان لاٿائين. پرگونو کيس سڃاتو. هيءَ تي ماٺو هو جنهنجي هو ڳالهه ڪري رهيو هو. ڪاسبيءَ جا وار، ڏاڙهي ۽ اکيون اهڙيون ڪاريون هيون جهڙي حبشيءَ جي چمڙي. منهن سندس ڪٽڪ ورنو هو. باقي جو سارو ڳل تي وڏو ڪارو داغ هوس لنهن تي، کيس جنسي پوست بنائي ڇڏيو هو. ويچارا ڏيئي پرگانو کي چيائين: ”قبلا، اها ڳالهه سچي آهي ته مون اوهانجي واڳ ۾ هٿ وڌو هو. بلڪل ٺيڪ، پر ماتا جي ڳالهه بنهه ڪوڙي آهي. جناب، ماتا جي مرض باپت اسان ته هڪ اکر به ڪونه ڳالهايو هو.“

پرگونو جا حوصلائي خطا ٿي ويا.

”لعنت پيا پهرين لنهنجي ڳالهه ڪٿي ڪنهن؟ سمهي پو. سمهيو پيو هئين پوءِ ڪهڙو چٽو لڳيءِ“.

هيءَ ڪاسبي ڪڏهن به اسپتال ۾ ڪونه آيو هو ۽ پرگونو کي خبر ڪونه هئي ته هو ڪير آهي يا ڪٿي جو رهاڪو آهي. پر هينئر کيس ڏسي سمجهائين ته هو پڪ هڪ دهقاني آهي.

ڪاسبي کي موڙي اُپاسيون ڏيئي اُٿيو ۽ وڃي ڪلشنڪو ۽ ليبڪا جي اڳيان ويٺو. هو به ڪتاب ڏسڻ ۾ لڳي ويو. سندس ننڊ اُڪري، منهن ۾ ڪجهه رونق آئي ۽ اُبرڪا جون نشانيون ظاهر ٿي بيٺيون.

ليبڪا کيس چيو ”ميرڪ ڏس، تون ته مونکي ههڙا گهوڙا هٿ ڪري ڏين ته آءٌ جيڪر سڌو بهشت جو آڏامي سير ڪري اچان.“

ڪلشنڪو چيو ”گنهگارن لاءِ بهشت جا دروازا کلن ٿي ڪونه، باقي پاڪ انسانن لاءِ ته اُت جڳهه جي جهجهائي آهي.“

ليبڪا ميز تي ڪپڙو وڇائي پليٽون رکيون. هڪ ۾ قيمي جون ٽڪيون، ٻيءَ ۾ ڪچونمبر ۽ ٽئينءَ ۾ گوشت پيل هو. پرسان لٽيءَ ۾ ٽوپل ٽڪر ۽ پنائي گوبيءَ جا ٽڪر هئا جن مان اچا گيهه جون ڦهنگون پئي نڪتيون. هڪ ڪوزي ۾ تاڙي پيل هئي جا جڏهين هن گلاسن ۾ وڌي ته ساري ڪوٺيءَ ۾ سندس واس ڦهلجي ويو.

پرگونو جڪ پئي کاڌا. ڪلشنڪو ۽ شيدي ميرڪ پاڻ ۾ ائين رهاڻيون ڪري رهيا هئا ڄڻ ته هو ڪوٺيءَ ۾ هونئي ڪين. ڏانهنس ته نهاريائون به ڪونه ٿي. کيس چاهنا هئي ته ساڻن ڳالهايان ٻولهايان، چار ڳالهيون ڪري ڪي گشا هڻان، پر ٿي ڪانئي دارونءَ چکو پيان ۽ جي ٿي سگهي ته ليبڪا سان

چڙ چڙو گهڻو ڪريان. جڏهين هنن ڪانو پٺيءَ ڪاڏو لڏهن اٽڪل اٺ ڏهن دفعا ته واهه جو هوءَ اچي پرسانس ويٺي. پوري پوري سان پنهنجا سهڻا ڪلها سائس ڇهائي پٺي ويٺي پر اهڙي طرح جڻ ته ڪو اتفاق وچان ائين ٿي ٿي پيو. ڏاڍي لاڏ سان ڇيلهه تي هٿ رکي ڏانهس نهاري رهي پٺي مشڪيائين. ڇوڪر تندرست هٿي ۽ بلڪل ڪڙي - رڳو پٺي ڪليائين. جيءَ ۾ ته ڪو لوچو هوس. سانت ڪري ويهڻ ٿي نه پيو اچيس. اُٿيءَ وهي ته اُٿيءَ اُٿيو ڪڙي ٿئي. جي ويٺي ٿي ته ڦتڪندي بار وانگر پنهنجي پاڙيسري ۽ ڏانهن ٿي نهاريائين ۽ وري يڪدم ورني ٿي پٺي ڏنائين پر ور ور ڏاڍي حرفت سان پيا پنهنجا ڪلها پيا گوڏا پرگونو سان پٺي لڳا پيا ٿين.

پرگونو کي پيا ٻه خار هئا. ڪلشنڪو ۽ ميرڪ پٺي تاڙي ۽ جو هڪ هڪ گلاس پي مات ڪري ويهي رهيا. پرگونو کي تنهن ڪري اُگرو ٿي لڳو ته هو ڪوائين پيو گلاس پيئي. تنهن هوندي به هو پاڻ روڪي نه سگهيو ۽ مانڙي ڪري پيو گلاس چاڙهي ويو. اچا به سندس دل نه رهي سو ٽيون به گيٽ ڪري ويو. چڙيائين گوشت ڪي به ڪونه. ويو مزي ۾ ڳوڪا ٿيندو. اتي ڪيس خيال آيو ته بهتر ٿيندو ته سندن سارا هه جا پڪ پريان. هينئر جو ڪيس ليکين به ڪونه ٿا سو شايد پوءِ سائس ڳالهين ۾ ويهي وڃن.

ڪنڌ کي ٿوري ڏوڻ ڏيئي چيائين:

"او هين بوگا ليوڪا جا ماٺو آهيو واهه جا!"

ڪلشنڪو پڇيو "سائين ڇا ۾ واهه جا آهيون؟"

"مثلا گهوڙن جي ڳالهين ۾: چوري ۽ ڦيڙ."

"تنهن هوندي به ٿيا سين واهه جا! اسين ته پائي آهيون چور ۽ مڪار."

ميرڪ گهڙي ساعت سانت ڪري چيو: "سائين اُهي ڏينهن ٿي لڏي ويا. بچيو به باقي رڳو وڃي فليا آهي پر هو به ويچارو هينئر اڪين سڄو آهي."

ڪلشنڪو ٿڌو ساهه کڻي چيو "ها ٺوڪ فليا ڪانسواءِ ڪوئي ڪونه رهيو آهي. حساب ڪري ڏسو، گهٽ ۾ گهٽ سٺو جو ته واهه جو ٿيندو. جرمن لوڪن سندس هڪ اک ته صفا ڪڍي ڇڏي، ٻيءَ سان ته اصل ڏسي نٿو سگهي. اڳين ڏينهن ۾ پوليس آفيسر ڪيس ڏسندي يڪدم سڃاڻندو هو "اڙي شاميل، هيڏانهن اچ." سڀ هاري ناري، ڪمي ڪاسبي ڪيس شاميل جي نالي سان ڪوٺيندا هئا. قدرت جا رنگ ڏسو. ڪن ڏينهن سندس نالو هر ڪنهن جي وات مان ڏيپ وچان نڪرندو هو، پر اڄ سڀڪو ڪلي چوي "اڙي اهو ڪاٺو فليا." سندس جگر ڏسو. هڪ ڏينهن پاڻ ۽ ليوبا جو ٻئي آندري گوگورچ، روزنو نالي ڳوٺ ۾ ڦر ڪري ويا. خبر پئي ته اُتي ملٽري ۽ جا گهوڙيسوار رهيل آهن. نو پلي ۾ پلا گهوڙا چوندي ڪاهي اُتي هليا. پهريدارن جو به ڪين نڪو ڏيپ نڪو ڊاءُ. ٻي صبوح جو

توني گهوڙا وٺهن روبلن ۾ وڪڻي ڇڏيائين. ها! ۾ هينئر ڪنهنکي ڄاڻ آهي جو ڪنهن جو گهوڙو انهن چورائي!! وڌ ۾ وڌ همت لڌهين ٿيندي پس جڏهين ڏسندو ته گهوڙي جو مالڪ سمهيو پيو آهي يا نشي ۾ ٽاٽ ٿيو پيو آهي. اينتري هوندي به جي ڏڄو بوٽن جو جوڙو لاهائي سگهيو ته گهڻو ڇهه ٿيو. جي به ڪري گهوڙو چورائيندو ته ڏيڍ سؤ ميل ٻري وڃي پوءِ ئين وار ڪندو. وري جو ڪندو پهود ٻن واري ڌاڌل ته اليٽي اچي پوليس وارو ڪنڌ ڪاڻ جهليندس. انهي ۾ ڪهڙو مزو، هي ته مرڳو ٻاڻ ڪي خراب خوار ڪري ڇڏيو آهي! ڇا چوان، ماٺهوئي پوڪ تي پيا آهن."

ليبڪا پڇيو "ميرڪ ڪيئن ٿو ڀانئين؟"

ڪلشنڪو ورندي ڏني. "هو اسان جو ڳوٺائي نه آهي، هو آهي ٻئي ڳوٺ جو پر آهي بهادر شخص تنهن ۾ ته ڀانئي به شڪ ناهي".

ليبڪا ميرڪ ڏانهن چنداٽتو ۽ مرڪڻو منهن ڪري چيو "۽ اهوئي ته سبب آهي نه جو ڪيس پوف جي ڪڏي ۾ وجهي ڇڏيائون!"

ڀڳونو منتظر ٿي پڇيو "سو وري ڪيئن؟"

ميرڪ چيو "اي هيئن......" ۽ ڪانئس ازخود ٽهڪ اڪري ويو. اسان جي پاڙي ۾ جيڪي مسواڙي رهندا آهن تن جا ٽي گهوڙا فليا چورائي آئي پڳو. بنا دريافت جي جهليائون وري اچي مونکي. ڏهه کن گهو هئا. نوڪرن چاڪرن سوڌو اٽڪل روءِ ٽيهه جڻا پاڻ ۾ هئا...... بزار ۾ ويٺو هوس ته منجهانئن هڪ وڏي مون وٽ آيو ۽ چيائين "ميرڪ اڄ اسان وٽ اچ ته اهڙا گهوڙا ڏيکاريندا سون ۽ جو اکيون چرخ ٿي ويندي ۽، تنهن ڏينهن ميڙي مان ڳنهي آيا آهيون". سچ ڪري پڇو ته ٻڌي دل سرڪي ويئي. ٻئي ڏينهن وٽن ويس ته ٽيهه ئي جڻا گڏجي اچي لڳا. اهڙو ڪري ڪنهي ٻڌائون جو ڇڏائڻ ئي محال. گهليندا هليا نندي ۽ ئي. رڙ ڪري چيائون "ڏس ته ڪهڙا نه توکي هاڻي گهوڙا ٿا ڏيکاريون." پوف ۾ اڳيئي هڪ کڏ کوٽيل هئي. يڪدم پئي ڪي کوٽڻ ۾ لڳي ويا جا سمت فوٽ کن ٿي کوٽيائون، پوءِ هڪ نوڙي کڻي وٺي منهنجي بغل ۾ ٻڌائون. ٻئي ڇيڙي تسي ٻڌائون هڪ ڏنگي ڦڏي لڪڙي. لڪڙي به ايڏي وڏي هئي جو ٻنهي کڏن تان ٿين پهچي ٿي سگهي. پوءِ ڏنائون ٿيلهو ته وڃي هڪ کڏ ۾ پيس. پنهنجو ڪوٽ ۽ ٽوپون بوٽ پيل هوم. ٿيا ڳن انهن جو به خيال ڪو نه ڪيو. مٿان ڪو لٽون پيو هڻي ته ڪو لڪڙ پيو هڻي، هڻي چيلهه ئي پڇي ڇڏيائون. اڃا به شايد دل نه ڀڄا هين سو وني گهليائون پر اهڙي زور سان جو آءٌ اچي پيءِ کڏ ۾ پيس".

ليبڪا کي ٻڌندي بدن ۾ سيا ٿو پئجي ويو.

ميرڪ وڌيڪ چيو، "پوءِ ته ڪڏ ڪري ٽپ چڙهي ويم، پر جڏهن ٻاهر ڪڍيائون تڏهن ساٺو ٿي پيس. هو سيئي چوڌاري بيهجي ويا ۽ ٻيٺا گوڏا ۽ ڪلها ڪٽڻ. مونکي ته گڏي ڇڏيائون. سارو بدن ٿي سور ڪاڻ ڪڙهيو. هو ته ماري رمندا رهيا...... ڪجهه وقت ڪانپوءِ ائين پر ڇري نه پيو سگهان.

پر وري به شڪرانا خدا جا، جو اتان هڪ عورت اچي ڪاڏي ۾ لنگهي ۽ مونکي چاڙهي اچي گهر ڇڏيائين".

تنهن وچ ۾ ٻرگوني پنج ڇهه تاڙي جا گلاس چاڙهي چڪو هو. پاڻکي ڪجهه قدر جيئرو سمجهڻ لڳو. مرضي ٿيس ته آءُ به ڪا غير معمولي ۽ حيرت انگيز ڳالهه ٻڌايان جيئن سمجهن ته آءُ به ڪا چيز آهيان ۽ ڪنهن کان ٻ ڇڻ وارو نه آهيان.

رڙي چيائين "۽ هاڻي مان تو توهان کي ٻڌايان ته اسان سان ڀيڙا ۾ ڪهڙي لعدي ٿي......".

هڪ ته هو پيتل هو ۽ ٻيو ته ٻه دفعا سندس ڪوڙ ٻڌرو ٿي پيو هو، ان ڪري سيني ڏانهس ڪوڏي جو ٻه ڦيان ڪونه ٿي ڏنو ايتري قدر جو سندس سوالن جا جواب ڏيڻ به بند ڪري ڇڏيا ٿون. وري جو پاڻ ۾ ڪلي بات چيت پئي ڪيائون تنهن آفي باقي ڪيس بي آرام بنائي ڇڏيو.

ڪلشنڪو هلت چلت ۾ ڏاڍو سمجهو ۽ گنڀير پئي لڳو. ڳالهايائين ٿي ته به ڏاڍي وزن سان. اُباسي ٿي آيس ته مٿ ڀڪوڙي وني ٿي واٽ اڳيان آندائين ۽ چيائين "رب رحم ڪجان ء." ڪيس ڏسڻ مان ڪو به ائين چئي نه سگهي ها ته هڪ حريف چور هو جنهن بيرحمي ء سان ڪئين انسانن جا خانا خراب ڪيا هئا. ڪير سمجهي سگهندو ته هن ٻه دفعا جيل ڪاٽيو هو سو به سا ٿيو پا ۾! سندس مٿ به هن جهڙا ئي شيطان هئا. ٻئي دفعا پيسا ڏيئي سندس بند خلاص ڪرايا هئا ٿون. ٻئي طرف ميرڪ ڪري خوني ء جي صورت اختيار ڪئي. هن ڏٺو ته ليبڪا ۽ ڪلشنڪو سندس سا راه مان ٻڌائين ٿي ننڍا، ان ڪري هو به پاڻ کي ڪا چيز سمجهڻ لڳو. ور ور ڏيئي چالي ٿي ٿو ڪيائين پا ته اهڙو زور سان ٿي ليٿيو جو هيٺان بيٺڃ ٽڙڪا ٿي ڇڏيا......

ماني کائي ڪلشنڪو دعا پڙهي ۽ ميرڪ سان همت هٿ ۾ ملايو. هو ٻڻ بندگي ڪري ڪلشنڪو کي پاڪر پائي گڏيو. ليبڪا تنهن وچ ۾ جو نيون ٿالهيون ڪٽي وڃي صفا ڪيون ۽ ٻوء ٿورا بسڪوٽ ۽ ڪجهه سڪل ميوو آڻي ميز تي رکيو. شراب جون ٻه ٻاٽليون به اڳيان رکيائين.

ڪلشنڪو پنهنجو گلاس ميرڪ جي گلاس سان لڳائي چيو "شل خدا پاڪ آ ابري گرگورچ کي شانتي ڏي ۽ پنهنجي گود ۾ نواس ڏي. هو جڏهن حيات هو تڏهين اسين ٻئي هتي يا سندس پاڻ مارٽن جي هوٽل ۾ گڏ جندا هئاسون. ڪيڏانهن ويو اهو زمانو! ڪيڏانهن ويا اُهي مزا ۽ ڳالهيون ٻولهيون!! مارٽن هو لدو هو ۽ فليا ۽ اسٽو ڪوٽي...... بس اُهو وقت هيئنئر سپني سمان پيو لڳي...... ڪهڙو نه ڪل خوشي ء جو وقت هو!"

ليبڪا ٻاهر وئي ۽ اُتيئي موٽي آئي. ڪيس سانورومال ۽ داڻن جو هار ڳچي ء ۾ پيو هو.

مشڪي چيائين: "ڏس ميرڪ. اڄ مونکي ڪلشنڪو ڇا ڏنو آهي".

ائين چئي آرسيء ۾ نهاريائين ۽ وري ٽپا ڏنائين ان لاء ته داڻا ڇم ڇم ڪن. ۽

پوءِ ڪٻٽ جو تاڪ پٽي پهرين هڪ سوني پوشاڪ ڪڍيائين. جنهن ۾ ڳاڙها ۽ نيرا گل هئا ۽ ننڍڪا ٻوٽا هڪ ٻي ڳاڙهي جهنڊي هيٺان جهالر لڳل هئي. هڪ رومال ٻيو ڪڍيائين، جنهن تي ڀانت ڀانت قسمن جا رنگ لڳل هئا. جي سڀ شيون ڏاڍي فخر سان ڏيکاري ٻانهون کولي بيهي رهي. ڪليائين انهن مٿي چوڻ ته ڪيس خود عجب هو ته اهي شيون ڪٿان آيون.

ڪلشنڪو پيانو کولي سر ملائي ويهي وڄائڻ لڳو. ٻوگونو کي خيال ۾ ئي نه پيو اچي ته هو ڪهڙو راڳ ڪڍي رهيو آهي. راڳ نڪوئي چيپلو ٿي لڳو ۽ نڪو وري درد ڀريو. گهڙيءَ اهڙو ته آواز اداس ٿي نڪتو جو پاڻيائين پئي ته روئي دل هلڪي ڪريان ۽ وري اٿي جو اٿي کلائيندڙ پئي لڳو. ميرڪ اوچتو ٽپ ڏيئي اٿيو ۽ پنهنجي ڪڙين سان الٽي بيهي ٽڪ ٽڪ ڪري نچڻ لڳو. پوءِ ٻانهون هوا ۾ ترار وانگي هلائي ٻن ٽي ميز کان ڪل تائين ۽ ڪل کان ڪٻٽ تائين ڦيري پاتائين. اتيئي جو ڏنائين متي اچل سو سيني سمجهو ته مڙئي ڪنهن ڏنگيو اٿس. هوا ۾ پئي ڪڙيون ملائي اهڙي تکي ۽ زور سان جهمري پاتائين جو ته ڪنهن جن ورتو اٿس. ليبڪا کي به حرص لڳو. هوءَ به ٻارن وانگر ڪيڪون ڪندي سندس پٺيان پيئي، ٻهرين ته پاسن کان ناتڪ وانگر پئي ڦري. جڻ ته لڪي لڪي اوچتو ڪنهن کي پٺ کان حملو ڪرڻو هوس. ميرڪ جڏهن پنهنجي پوٽ جي ڪڙين سان ٽڪ ٽڪ ڪري نچيو هو، تڏهن هوءَ به پنهنجي اگهاڙين ڪڙين سان بيهي نچڻ لڳي ۽ نچڻ اهڙو ته ڪڙو پاڻ ته ڪو لاٽون ڦري رهيو هو ۽ انهن ڪندي سندس ڳاڙهي پوشاڪ ڪلي گهنڊ وانگر ٿهي پيئي. ميرڪ ڪاوڙ مان ڏانهس نهاري، ڏند شيڪي اچي پٺيانس پيو، اهڙي ڏيکاريءَ سان جڻ ته چاڙهو ٽنگن سان چيپائيس. هوءَ يڪدم ٽپ ڏيئي اٿي جڻ ڪو پکي هوا ۾ پر هلائيندو آهي تڏهن هوءَ به ڪنڌ موڙي ٻانهون هلائي، ڪونيءَ جي چوڌاري ميرڪ کي گهميون ڏيارڻ لڳي. پوءِ ٻئي زمين سان ڪرڻ ٿي لڳا.

ٻوگونو سامهون صندوق تي ويهي ناچ ڏسي رهيو هو ۽ سوچي رهيو هو "ٻوءِ جي ٻاهه جا ٽڪي ڪرائي؟ شل نه ڪنهن نينگر سان نينهن لڳي سيڪجهه. متان گهوري قربان ڪري ڇڏ ته به ڪي ڪين ٿيو..."

۽ ڪيس ارمان هو ته هو هڪ اسپتال جو ڪمپائونڊر هو ۽ نه هڪ سادو سودو ڪڙمي. هن وقت ڪيس پنهنجو اٺون ڪوٽ جنهن جون سڀيون ڪناريون ڏوري سان مڙهيل هيون سو نه پئي وڻيو. ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها جي ڪيس هن وانگر فقط هڪ خميس ٻيل هجي ها! هو ٻوءِ بنا ڪنهن شڪ شبهه جي ڳائي ها، نچي ها ۽ ليبڪا کي پاڪر پڻ پائي ها......

ڪڙين جي ٽڪ ٽڪ ۽ واڪن ڪيڪن ڪري چيني جي ٿالهين ۽ ڪوپن اندر ڪٻٽ ۾ پئي آواز ڪڍيا. ڊوڙڻ ۽ نچڻ ڪري موم بتيءَ جي جوت به پئي ناچ ڪيا.

هار جو ڏاڳو ڇڄي پيو ۽ سڀ داڻا سڄي فرش تي ڇڙوڇڙ ٿي ويا. سانورو مال بہ ڳچيءَ مان ڪري پيو ۽ ليبڪا هڪ ڳاڙهي ڪڪر وانگر ٿي ڪوٺيءَ جي چوڌاري ڦيرون پائيون. سندس ڪارين اکين جهلڪا ٿي ڏنا. هوڏانهن ميرڪ اهڙو ٿڪجي پيو هو ڄڻ اڄهو ٿيون سندس ٽنگون ۽ ٻانهون ڏورون ڏار ٿين.

نيٺ ميرڪ پٿر وانگر چپ ٿي ويهي رهيو. ليبڪا بہ ٿڪجي چؤر تي ويٺي هئي. سندس دم ٿي ويهي ويو هو. ساڻسي ٿي سندس چاليءَ سان منهن لڳائي ويهي رهي. ميرڪ کيس ڀاڪر پاتو، سندس اکين ۾ ڏاڍي حب ۽ لاڏ ڪوڏ سان نهاري چرچو ڪري چيو:

”ڳولي لهندس تہ تنهنجيءَ ٻڍيءَ امڙ جا پيسا ڪٿي پوريل آهن. کيس خون ڪري، تنهنجو بہ گلو ڪپيندس ۽ پوءِ هن سراءِ کي باهہ ڏيندس... ماڻهو سمجهندا تہ ٿون آڳ ۾ جلي خاڪ ٿي ويئي آهين. مان تنهنجا پيسا کڻي ڪيوبان ڏانهن هليو ويندس ۽ اُتي اعليٰ گهوڙا ۽ رڍون خريد ڪندس...“

ليبڪا کو بہ جواب ڪونہ ڏنو پر رڳو هن ڏانهن لڇائيءَ سان نهاري پڇيو ”ميرڪ ڪيوبان ۾ لست آهي؟“

ميرڪ موٽ ۾ ڪا بہ ورندي ڪونہ ڏني پر وڃي ساهون پيٽيءَ تي خيال ۾ ويهي رهيو. شڪ نہ آهي تہ هو ڪيوبان جا سپنا لهي رهيو هو.

اتي ڪلشنڪو ڪڙو ٿي چيو ”مان هاڻ هلان ٿو. وقت ٿي ويو آهي. فليا سونلاءِ ٿو سيو وينو هو لدو. ليبڪا، خدا حافظ.“

پرگونو بہ سندس پٺيان ٻاهر ويو ان لاءِ تہ هتان نہ ڪلشنڪو سندس گهوڙو پچائي وڃي. ٻاهر برف جو طوفان اچا لڳي رهيو هو. سفيد ڪڪر پئي هيٺ مٿي آيا ويا. گهوڙيءَ هيٺ پٽ ۾ گاهہ ۽ بوٽن سان پئي لڳا تہ گهوڙيءَ مٿي چڻ لوڙهي سان ٿي جنگ جوٽيا ٿون. لڳا جهڙا اچا اچا ديو پئي. پٽ ۾ ڪري هاڻ سنهاري اتي ٿي ڪڙا ٿيا ۽ هوا! خدا ڪو رحم ڪري. وڻ ٽڻ بہ پاڻ جهلي نٿي سگهيا ۽ مڙي اچي پٽ پيا. منجها انهن اهڙا آواز پئي اڪتا چڻ تہ خدا در روئندي پئي ڪيائون تہ ”هي رب، اهڙو ڪهڙو پاپ ڪيو ان اٿون جو اسان کي هيئن رسين سان ٻڌي ڇڏيو اٿيئي؟ اسين ڪيڏانهن ڇوري بہ ڪونہ ٿا سگهون!

ڪلشنڪو سيءَ ۾ سنڄي ويو. هڪدم گهوڙي تي ٽپ ڏيئي چڙهيو. ٻاهريون ڦاٽڪ اڌ کليو پيو هو ۽ ٻاهران برف سمٽ ٿي پيئي هئي. رڙ ڪري چيائين ”هلو پاڻي“. گهوڙو اڙي لڳڻ سان هوا سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. ڪلشنڪو سڄو برف سان ڍڪجي اڇو ٿي ويو ۽ ڪن ۾ اکين اڳيان غائب ٿي ويو.

پرگونو ڪوٺيءَ ۾ واپس وريو تہ ڏٺائين تہ ليبڪا پٽ تان مڻڪا ميڙي رهي آهي پر ميرڪ هوڏي ڪونہ.

پرگونو ڪوٽ لاهي ڪنڌ هيٺان رکي بينچ تي ليٽي پيو. خيال ڪيائين ”چا نہ چوڪر جي سونهن آهي! هن وقت باقي ميرڪ بہ نہ هجي تہ پوءِ پيو چا گهرجي“.

ليبڪا جڏهن بينچ هيٺان نڪري داٽا ٽي
ڪنيا تڏهن پرگونو جي دل ۾ اُٿل پٿل ڪري
ڇڏيائين. ميرڪ جي خيال ڪيس روڪي
ورتو. ميرڪ نه هجي ها ته ڪيس اتي ضرور
پاڪڙ ياتي ها، پوءِ به ڇا ٿئي ها؟ برابر
هو ته هوءَ اڃا ننڍي ڇوڪري هئي پر
ڪيئن چئجي ته هوءَ هڪ ويڙهو يا ڪدامن هئي.
پر جي به ڪري هجي ته هڙي وقت ۾ ۽
هڙي چورن جي اڏي ۾ ڪير ٿو اهو
خيال ڪري. ليبڪا داٽا ميڙي ٻاهر هلي ويئي.
موم بتي به اچي اُجهامڻ تي بيٺي هئي ۽
لاٽ به ذري گهٽ اچي ٿي شمع جي پٺي
کي لڳي. پرگونو لپاڇو ۽ ٽيليفون پاسي کان
رکي بتي وسائي سمهي پيو. سامهون جيڪا
جوت ڪرائيسٽ جي مورت اڳيان پئي
ٻري تنهن اهڙا پئي ٽلڪا ڪاڙا جو سندس
اکين کي ڊڪي پئي آئي. روشنائي جا
ٽمڪا گهڙيءَ ڇت تي گهڙيءَ پٽ تي ۽
گهڙيءَ ڪپٽ تي پئي ڏنا. منجهن رڳو ليبڪا
پئي ڏنائين، ڳاڙهي گنڍلي ۽ ڇا تي پريل.
اتيئي لاٿونئين وانگر پئي ٿري، اتيئي
دم ٽٽل ......

پرگونو ويچاريو "انهي ميرڪ کي ته شيطان
ڪو اڏائي وڃن!" بتي ٺڪ ڪري
وسامي ويئي. اتي ميرڪ اندر اچي بينچ
تي ويهي رهيو. ڇروٽ مان سوٽا پئي
پريائين. تماڪ جي دونهين پرگونو جا گهٽ
ٿي گهٽي ڇڏيا.

پرگونو چيس، "هي تون تماڪ ڪهڙو
پيو ڇڪين؟ تماڪ ڇا آهي؟ مونکي
ته جنسي ماندو ڪري ڇڏيو اٿس.

ميرڪ منت اڏ رکي چيو "مان جون جا
گل تماڪ سان گڏي پيئندو آهيان. ڇاتيءَ
لاءِ ڏاڍو فائدي ڀمند آهن."

به ٽي ڀيا سوٽا لڳائي، اتيئي تڪون
قٿيون ڪري ٻاهر نڪري ويو. اڏ ڪلاڪ
ڪن گذريو ته پرگونو اوچتو ٻاهر پيچي وٽ
ٿوري روشنائي ڏٺي. ميرڪ ڪوٽ ۽
ٽوپي چاڙهي اچي نڪتو ۽ پٺيان ليبڪا
بتي هٿ ۾ ڪٽي پئي آئي.

ليبڪا بيزاري ڪري چيو "ميرڪ، ويهي
نٿو رهين."

"نه ليوبا، مونکي وڌيڪ نه چئو."

ليبڪا پنهنجو آواز جهڪو ۽ ڏکارو ڪري
چيو "ميرڪ ڳالهه ٻڌ. تون ته اهڙو ناٺو
ڳولي ڪيس ۽ مونکي پورو ڪري، ڪيو پان
۾ وڃي بين ڇوڪرين سان پرپيم وندينڊين.
خدا جي شل تو مٿان رحمت ٿئي. پر لالن
منهنجو رڳو هڪ چيو مڃ. اڄوڪي رات
رهي پئو."

ميرڪ ڪمرپٽو زور سان ٻڌندي چيو:
"نڪو ڪير تو ويهي. وڃي ڪو روئنو
ڪريون ......"

"پر تون ڇا لي ويندين؟ ...... آيو ته پنڌ
هئين پوءِ هينئر ڪيئن ٿو وڃين؟"

ميرڪ ليبڪا ڏانهن نهاري سندس ڪن
۾ ڪجهه ٻس ٻس ڪئي. ليبڪا در ڏانهن
نهاري ڪلي ڏنو، اکين مان ننڍا ننڍا
ڳوڙها اچا وهي رهيا هئس.

ليبڪا ٻڪي چيو "سمهيو پيو آهي.
شيطان جو نانو..."

ميرڪ ڪيس ڀري پاڪر پاتو ۽ چرچ مان

چوي پاڻ نڪري ويو. پرڳونو پنهنجو لپاڇو ڪيسي ۾ وجھي پنيا ئي ٻڌل ڊوڙندو ويو.

ليبڪا وجھه وٺي هڪ ٽاڪ بند ڪري ڇڏيو ۽ باقي بچيل جڳهه ۾ چانڊوڪي ويهي رهي. پرڳونو رڙ ڪري چيو "هٽسي وڃ هتان! مونکي لنگهڻ ڏي! پر اون رستو چو روڪي بيٺي آهين؟"

"پر تون هن وقت پاڻ چو ٿو وڃين؟"

"پنهنجي گهوڙي جي نظرداري ڪرڻ."

ليبڪا ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان مرڪي ڏانهنس نهاريو.

"ڪهڙو ضرور پيو آهي؟ مون ڏانهن چو نه ٿو نهارين......" ائين چئي جيڪا ڪنجي زنجير ۾ پئي لڏي لنهنکي آڱرين سان لوڏڻ لڳي.

پرڳونو واڪو ڪري چيو "ڇڏ مونکي نه ته هو منهنجو گهوڙو ڪاهي ويندو. پري ٿي شيطان جي ٻچي" ۽ ڪاوڙ وچان پري ڪري ڪيس ڪلهي تي ٺونشو نڪاءُ ڪيائين. پنهنجي ساري زور سان وٺي ڪيس چانئيءَ سان ٺيلهو ڏنائين ته ڪا جاءِ ملي پر هوءَ ٻه لوهه وانگر پٿر ٿي بيٺي هئي درتي نه ڇڏي.

نيٺ ساڻو ٿي واڪو ڪري چيائين: "مان چوانٿو ته مونکي اصلي وجھ ڏي. توکي هنجي خبر ڪانهي. هو منهنجو گهوڙو پچائي ويندو."

"چو ڪٽيندو؟ هو اهڙو آهي ٿي ڪونه."

سندس ڪلهو ٿي سور ڪان ڪڙهيو. ڏاڍي حرفت سان ڪلهو مهٽي ڏانهس مهڙ ڪري ڪلي چيائين: "هيئنئين جا هار اهڙي لڪڙ جو لاٽي ائينئي. اڪيلو ته منهنجو گذرٽي الاٽي ڪيئن ٿو ٿئي."

پرڳونو سندس سهڻين اکين ۾ نهاريو ۽ دل من هڻڻ لڳو. ڪيس پاڪر پائي چميا ئين ته هن ڪو به اعتراض نه ڏيکاريو.

نيٺ نيزاري ڪري چيائينس "ڏس ڏاهي ٿي. بيوقوف نه ٿي. مونکي پاڻ وڃڻ ڏي." ليبڪا ڪو به جواب ڪونه ڏنو.

پرڳونو چيس "اجا هيئنئر مون توکي ميرڪ کي چوندو پڻ ته توکي ساڻس محبت آهي."

"اهو ته ٺيو پر...... پر منهنجي دل ٿي ٿي چاڻي ته آءٌ ڪنهنکي ٿي پريت ڪريان."

هن وري ابوجهائيءَ سان ڪنجيءَ کي آڱر سان ٺورو ڏوڏي چيو "هي مونکي ڏيندين؟"

پرڳونو هڪدم ڪنجي ڪڍي ڪيس ڏني. ليبڪا اوچتو سس ڪڍي پاڻ نهاريو ۽ ڏاڍي انتظاريءَ سان پاڻ ڪن ڏنو. پرڳونو کي شڪ ڪاٽي ويو. ڪيس ليبڪا جو منهن رکو ۽ ڪپٽي لڳو. ڪيس وري گهوڙي جو خيال ٿيو. هن دفعي اهڙو زور سان ٺيلهو ڏنائينس جو هوءَ وڃي پري پيئي. هڪدم پاڻ اٿوان ۾ ڊوڙي ويو. پاڻ سونر ڏاڍي مزي ۾ کونگهرا هڻي رهيو هو ۽ هڪ ڳانءِ پئي پنهنجا سنگ پٽ کي هنيا. پرڳونو ليلي پاري ته ڪتا روشنائيءَ تي ڏانهنس پڙ نڪندا آيا. گهوڙي جو ته نانءُ نيشان به ڪونه هو. ڪتن ڪان جند آزاد ڪري، برف ۾ ڏڪا ٽاٻا کائيندو پاڻ پر وڏي دروازي ڏانهس ڊوڙندو ويو ۽ ڪاري پاٽ ۾ گهوڙو لڪڻ لڳو. گهڻوئي

اکيون ڇو ڇيون ڪيائين ته من ڪو گهوڙو نظر اچي پر ڪيس وسندڙ برف ڪانسواءِ ڪجهه ڪين نظر آيو. برف ۾ عجيب غريب شڪليون پئي ٺهيون. اوندهه ۾ ڪنهن سفيد مردي جهڙ ته ليٽا پائي ٺهه ٺهه ڪري پئي کليو. اليتي هڪ اڇو گهوڙو سنهن سوٽو هوا سان ڳالهيون ڪندو ڊوڙندو پئي ويو ۽ تنهن کان پوءِ هڪ ننڍي ٻدڪن جي قطار هوا ۾ اڏامندي پئي ويئي......... بروگنو کي سخت ڪاوڙ هئي. هو سيءَ ۾ ٿي ڏڪيو. سمجهي نه سگهيو ته هاڻي ڇا ڪريان. بنا ڪنهن خيال جي وٺي ڪٽن ڏانهن ٽپا ڇوڙيائين پر شڪر جو ڪنهن کي زخميائين ڪونه ۽ پوءِ ڏوڪيندو گهر ڳهري آيو.

اڃا اندر ٿي گهريو ته، تمام ڇتوئي ڇتو ڪنهن کي ڪوٺيءَ مان ڪسڪندو ڏٺائين ۽ اتي جو اتي در بند ٿيڻ جو آواز ٿيو. ڪوٺيءَ ۾ بات لڳي پيئي هئي. بروگنو در کي زور ڏنو پر در اندران بند هو. پوءِ تيلين پٺيان تيليون ٻاريندو وري ٻاهر نڪري ويو. اتان رنڌڻي مان نڪري ٻيءَ ڪوٺيءَ ۾ لنگهي ويو جتي پٽ تي وڏا گهاگهرا ۽ پيشگير ٽنگيا پيا هئا. ان ڪوٺيءَ مان سؤنف ۽ انجنين جي سرهاڻ پئي آئي. ڪنڊ ۾ هڪ هنڌ تي ٻه چار وهاڻا تهه ٿيا رکيا هئا. ڪوٺي ته ٻڍيءَ جي ٿي لڳي! ان ڪوٺيءَ مان هڪ ٻي ننڍي ڪوٺي ۾ آيو جتي ڪيس ليبڪا ڏسڻ ۾ آئي. هوءَ صندوق تي سمهي پيئي هئي ۽ پاڻ کي ڪري چتين لڱل چادر سان ڍڪيو هئائين. ڳيگهه اهڙو ملايو هئائين جڻ ته ڪيس پويون صبح هو. مٿان ڪان هڪ ننڍي بتي ٻري رهي هيس.

بروگنو ڏوندائڙي پڇيس ”منهنجو گهوڙو ڪٿي آهي؟“ ليبڪا اصل چري ٻه ڪونه. بروگنو ڪاوڙ مان مٿانئس ڇڪ ڏيئي چادر لاهي وري پڇيو ”منهنجو گهوڙو ڪٿي آهي اڙي ٽوڪان ٿو پڇان ابليس جي ٻچي!“ هوءَ گوڏن ڀر اٿي کڙي ٿي ۽ هڪ هٿ سان پنهنجو لاوڻ سنڀاري ۽ ٻي هٿ سان چادر کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪري وڃي پٽ سان لڳي بيٺي...... هن بروگنو ڏانهن ڏايي ڏڪار ۽ نفرت سان نهاريو. سندس اکين ۾ خوف هو ۽ هوءَ ڏايي خبرداريءَ سان سندس چهري جا چڙ لکي.

بروگنو واڪو ڪري چيو ”ٻڌاءِ منهنجو گهوڙو ڪٿي آهي، نه ته ميڇالو پڇي ڇڏيندو سانءِ“.

ليبڪا جو آواز ٿي گهگهو ٿي ويو هو. ”هتي وچ هتان لوفر بدمعاش!“

بروگنو سندس ڳچيءَ ڪان جهلي ڇڪ ڏيئي ڦاڙي ڇڏيو ۽ پوءِ هو پاڻ جهلي نه سگهيو ۽ زوريءَ ڪيس پاڪو ۾ جهليائين. ليبڪا ڪاوڙ مان سندس ٻانهن پاڻ ڇڏائي هڪ منٽ سان پنهنجو ڦاٽل ڪڙتو سنڀاريو ۽ پئي سان پنهنجي ساري سگهه سان ڪيس ڪپراٽيءَ تي ٺونشو هنيون.

ٽڪ ڪاڻ سان سندس مٿو پيا ٽڻيون ڪاڻ لڳو. سندس ڪنن ۾ واڄٽ وڄڻ لڳا ۽ اڃا آٿڙندو پنهنجي ٿي هليو ته يڪدم ليبڪا لوندڙي تي پيو ٻه ٺونشو وهائي ڪڍيس. بروگنو ٿاٻا ڪائيندو ڊرن کي جهليندو پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ موٽيو ۽ اچي بينچ تي ليٽي پيو. ڪيسي مان ٻاڪس ڪڍي بنا ڪنهن مراد

جي ويو هڪ ٻئي پٺيان ٽيليون ٻاريندو. ٽيلي ٻاري ڦوڪ ڏيئي وسائي ڪري ٿي بينچ هيٺان اڇلايائين تان جو سڀ ٽيليون اُنهن خلاص ٿي ويئون.

تنهن وچ ۾ هوا ٻاهر صفا تيز ٿيندي پئي ويئي. ڪڪڙن به پنهنجون ٻانگون ڏيڻ شروع ڪيون. ٻڍهن جو مٿو اڃان سور ڪري رهيو هو. سندس ڪنن ۾ اهڙا ته آواز پئي اُٿيا ڄاڻ ته ڪنهن پل هيٺان وينو هو جنهن جي مٿان ريل گاڏيون پئي آيون ۽ ويئون. جڏهن تڏهن ڪري اُٿي سنڀريو. ڪوٽ ٽوپي پائي پنهنجا ٽپڙ ڳولهڻ لڳو. بغل ٿيلهي سڄي خالي ڏٺائين. سنج دوائن سوڌا گم هئا. اندر گهڻ سان جو ڪنهنکي ڪسڪندو ڏٺو هئائين سو شڪ نه آهي ته اُهوئي شخص هو جنهن سندس سامان لمايو هو.

ڪتن کي هڪالڻ لاءِ رنڊڻي مان هڪ لٺ کڻي ٻاهر نڪتو. دروازو اُنهن ڪليل ڇڏيائين. ٻاهر طوفان ٻڙو ٿيو هو ۽ چوڌاري سانت لڳي پيئي هئي... ڦاٽڪ ڇڏيائين. هڪ به پکي اُڏامندو نه ڏٺائين. رستي جي ٻنهي پاسن کان ڪئين پکي رات جي ٿڌ کري مري ڪري پيا هئا.

پوڳونو ويچاريو ته هاڻي ڪهڙي منهن سان اسپتال ۾ موٽان. ڊاڪٽر ڇا چوندو! مون ۾ خيال آيس ته ڊاڪٽر جي سوال پڇندو تن جا جواب اڳواٽ ڏاهي ڇڏيان. مگر اهو خيال جلدئي جهڪو ٿي سندس دل تان صفا لهي ويو. پند پئي ڪيائين ته ليبڪا جو به پئي خيال ڪيائين. ڪيئن نه ڪمين ڪاسبين سان رات، ڪاٽي هئائين! سندس دل تي ترڙي آيو ته ليبڪا ڪيس جڏهين پيو دفعو ڏڪ هنيو هو تڏهن هيٺ ڳاڙهي چادر ڪنڌي هئائين. انوقت سندس ڇڙ پل وار ڪيئن نه پٺ سان پئي لڳا!! سندس من ۾ مونجهه هئي. عجب پئي ڪاڏا ئين ته دنيا ۾ ڊاڪٽر، ڪمپائونڊر، واپاري، ڪلارڪ ۽ هاري ناري ڇو آهن؟ ڇو نه سڀئي ماڻهو آزاد ٿي گهمن ڦرن ٿا! پکي نچن ٽپن ٿا. مرون به جيڏانهن وڻين ٿو اوڏانهن هلن چلن ٿا. ميرڪ کي به جتي وڻي، ٿو تتي ٿو ڪري. ڪين ڪنهنجو پرو ئي ڪونهي. ڪنهنجي به پرواه ڪانه اٿن! ۽ اهو خيال ڪنهن من مان گهڙي ڪڍيو ۽ ساڳئي وقت حڪم به ڪڍيو ته سڀڪو صبوح جوائي، منجهند جو ماني کائي ۽ رات جو سمهي. ڇو ڊاڪٽر به سدائين ڪمپائنڊر جي مٿان هجي، ۽ ڇو انسان ڪوٺين ۾ گذاري ۽ رڳو پنهنجي زال سان قرب ڪري؟ اُٺن ڇو ڪين هلجي - رات جو ڪم ڪجي ۽ ڏينهن جو ننڊ ڪجي؟ ڪهڙو نه مزو لڳي جي ٻنا پڇڻ ڳاڇڻ جي ڪنهن جو گهوڙو ڪڍي اُٿي هلجي ۽ جيڏانهن وڻي اوڏانهن ڊوڙائجيس. ٻنين ٻارن مان ۽ جهنگلن ٻنن مان؛ ڇوڪرين سان محبت ڪجي ۽ هرڪنهن کي ڇيڙائجي ۽ سڀ ڪنهن سان مستي ڪجي...

پوڳونو اوچتو هڪ وڻ جي اوٽ ۾ بيهي رهيو. درخت جو ٿڙ ٿريو برف ٿيو پيو هو. هو ٿيءَ ۾ پڄي ويو. ڪيس پنهنجي حياتيءَ، نوڪريءَ ۽ هيٺاڻين عهدي تان نفرت اچڻ لڳي. اسپتال جي خيال ايندئي

۽ دوائن جي بانس ۽ ڦٽن ڦرڙين جو جو خيال ڪندي ڪيس ٻچا ن لڳي. پنهنجي ڏندي ڪان ئي ڪيس ڪراهت اچڻ لڳي...

خفي ٿي چيائين ته "ڪير ٿو چوي ته عيش عشرت ڪرڻ گناه جو ڪم آهي؟ جيڪي ائين چون ٿا تن شايد ڪڏهين به ميرڪ ۽ ڪلشنڪو وانگر بيپرواه ٿي نه گهاريو آهي ۽ نڪو ڪڏهين ليبڪا سان عشق ڪيو اٿن. ساري عمر فقيرن وانگر پنندي گنوائي اٿن ۽ ڪڏهن به حياتيءَ جو چشڪو نه چکيو اٿن. رڳو شايد پنهنجي زالن سان گهاريو اٿن جي وري جهڙيون ڏيڏريون."

۽ هو پنهنجو پڻ خيال ڪرڻ لڳو. سو ائين ته جي هن کان اڳ چور، ڏوڪي باز ۽ ڌاڙيل نه ٿيو آهيان ته ٻيو دل نه هئي ٿي اُم ياڪو وجهه نه مليو اٿم.

* * * * *

ان ڳالهه کي ڏيڍ سال ٿي ويو. يرگونو کي نوڪريءَ کان موقوف ڪيو ويو. هو بنا ڪنهن ڪم ڪار جي پئي ڦريو. نوڪريءَ لاءِ گهڻيئي متا مونان هيائين پر سڀ بيسود.

هڪ ڏينهن هو پنهنجو ڳوٺ جي هڪ مهمانسراءِ مان نڪري گهٽيءَ ۾ پئي گهميو ڦريو ته اوچتو ڪنهن خيال آڻي ڪيس ٻنين ٻارن ۾ نيو ن. بهار جا ڏينهن هئا. مٽي ۾ سڃ هير لڳي رهي هئي. ٻارن پري راتڙي مات ميٽ ۾ ڏوڙي ڏانهن نهاري رهي هئي. يا خدا! آسمان اسان کان ڪيترو پري آهي. آهي ڪو بني بشر جو سندس ماپ ڪري سگهي! ڪٿان ٿو شروع ٿئي ۽ ڪٿي ٿو پورو ٿئي؟ ڪيئن نه ساري دنيا مٿان ٽڪريو بيٺو آهي! يرگونو خيال ڪيو ته سرشٽي ٺهڻ سان بيشڪ وس ٿيو آهي پر انسان ذات کي ڪهڙو حق آهي جو ڪن ماڻهن کي نشئي، ڪن کي ديرينو ۽ ڪن کي نوڪريءَ وارو ته ڪن کي موقوف ٿيل ٿا سڏين؟ ائين چو آهي ته جيڪي شراب نشا پيئن سي سکيو وقت ٿا ڪاٽين ۽ پيٽ ڀري ٿا کائين ۽ جيڪي پيئن ٿا سي ٻکيا ۽ بنا ڪنهن اجهي جي ولن ٿا ڏڪا ۽ ٿاٻا کائيندا؟ ائين ڇو آهي ته جي ڪنهنکي نوڪري نه آهي ۽ پگهار نٿو کٽي ته ڪيس ڪاڏي، ڪپڙن ۽ بوٽ کان جواب آهي؟ هيءَ ساري ڪنهنجي تجويز آهي؟ عجب آهي، جهنگ جا پکي ۽ مورون اڪا ڪن نوڪري نڪا چاڪري ۽ نڪو ڪو ناڻو اٿن، تنهن هوندي به جيئن وڻين ٿو تيئن پيا نچن ۽ ٽڏن!

پريان پريان آسمان ۾ هڪ ڳاڙهو دهو چنيءَ طرح پئي ڏنو. چگوني پڪڙيل هو ۽ پئي ٽمڪيو. يرگونو بيهي رهيو ۽ گهڻي وقت تائين ان کي ڏسندو رهيو ۽ ساڳئي وقت اهو پڻ خيال پئي ڪيائين ته جيسين تنهن ڏينهن آءٌ ڪنهنجي چانهه جي ڪيتلي چورائي وڪڻي پيسا هٿ ڪري وڃي ڪني ۾ پاڻ وساريان ها ته ڇو اهو هڪ گناهه ليکجڻ ۾ اچي ها؟ ڇو؟ ڇو؟

پر ۾ رستي تان ٻه گاڏيون پئي ويئون. هڪ ۾ زال سمهي پيئي هئي ۽ ٻيءَ ۾ هڪ ٻڍو مٿي اگهاڙو ويٺو هو...

يرگونو پڇيو ڏاڏا، هيءَ سامهون ٻاهه ڪٿي پيئي ٻري؟"

ٻيو مرد ورايو "آنڌڙي ڇوڪو جي ڪني ۾".

۽ يرگونو کي ڳالهيون دل تي تري آيون ته ڪيئن پوراڻي پورا ارڙهان مهينا اڳ سياري جي رات ۾ انهيءَ ساڳئي هنڌ گهوڙو وڃايو هئائين. ڪيئن نه ميرڪ ٻنا ڪون هنيون هيون. شايد هن هن وقت تائين ٻڍيءَ ۽ ليبڪا جا گلا ڪپي ڇڏيا هجن! ميرڪ جهڙي نصيب جون پئي سڏون ڪيا ئين. جيئن وري گني ڏانهن پئي مونيو ۽ شاهوڪار سينئين، ڇوپاڻي مال جي واپارين ۽ لوهارن جي گهرن ڏانهن پئي نهاريائين تيئن سندس من ۾ اهو پئي خيال اٿيو ته ڪهڙو نه خاصو ٿئي جي رات جو ڪنهن گهور ٽپي کات هڻجي!!

(By Anton Tchechov.)




سوڀواسي هيرانند واڌومل عيدناڻي [پوني]

تواريخ ايشيا جي ان اونداهي زماني ۾، جنهنجو ڪتابن ۾ ڪو ذڪر ڪونهي، هڪ سلطنت جي اندر، جنهنجو هينئر ڪو نشان ناهي، هڪ انڌاري رات ڏيري ڏيري ختم ٿي رهي هئي. پورب ۾ پرهه ڦٽي رهي هئي ۽ پري چمن ۾ پکي لاتيون لنوي رهيا هئا.

وليعهد خسرو پنهنجي وزير فرهاد سان رات جو گشت پورو ڪري موٽي رهيو هو. ٻنهي جا جسم ڪارن ڪپڙن سان ڍڪيل هئا ۽ هو تڪڙا تڪڙا شهر جي ان ڀاڱي مان لنگهي رهيا هئا، جنهنکي غريبن جو محلو ڪري سڏيندا هئا.

فرهاد ڌيمي آواز ۾ چيو: ”شهزاده صاحب! اڄ اسانکي گهڻي دير ٿي ويئي آهي. خدا نخواسته اسانکي ڪو ڏسي وٺي ته......“

پر اوچتو خسرو بيهي رهيو؛ گويا هنجو هٿ اڇانڪ ڪنهن ڪٽي جهليو هو.

فرهاد خوف آميز حيرت مان چيو: ”او هين بيهي ڇو رهيا؟“

خسرو آڱر سان هڪ طرف اشارو ڪندي چيو: ”هو ڏس!“ فرهاد اوڏانهن نهاريو. سامهون هڪ مسجد جي ٻاهران ڪئين غريب پينو سمهيا پيا هئا. انهن ۾ هڪ فقيرياڻي هئي... جهڙي بادلن ۾ چندرما. هنجا ڊگها ڪارا وار سندس چهري تي ناچ ڪري رهيا هئا... چهري تي ۽ سيني تي... هائو، سيني تي، جو ساهه جي آمدرفت ڪري آهستي آهستي چري رهيو هو. سمهندي سمهندي هنجو هو ڪارو ڪپڙو هڪ طرف هٽي ويو هو ۽ هنجو بدن ذري گهٽ اگهاڙو ٿي پيو هو. شهزاده خسرو ان ڀيڪارڻ ڏانهن نهاري رهيو هو.

فرهاد چيو: ”شهزاده صاحب! هلو، جلدي ڪريو. دير ٿي رهي آهي......“

پر خسرو اتيئي بيٺو رهيو. انوقت ڀيڪارڻ جي شايد ننڊ ٽٽي پيئي. هن پنهنجو سياهه ڪپڙو سنواريو ۽ بدن کي ڪٽي ڍڪيائين ۽ پوءِ هوءَ اٿي ويهي رهي. ڪر موڙيندي هن پنهنجون سهڻيون، اڇون ٻانهون مٿي ڪنيون... ڄڻ ته ڪارين گهٽائن ۾ وڄ جو تيز چمڪاٽ ٿيو.

فرهاد وري چيو: ”شهزاده صاحب! هاڻي هلو. ڏسو، سج ڪني ڪيڏي رهيو آهي“.

پر شهزادو پٿر جو پتلو ٿيو، اُتين جو اُتين اتيئي بيٺو رهيو.

بيا به ڪيترا فقير جا ڳيا ۽ جلد ئي جلدي مسجد جي ڏاڪڻين تي هيڏانهن ويهي رهيا. هوءَ بيڪارڻ به هڪ هنڌ ويهي رهي. شهر کان نمازي اچڻ لڳا.

فرهاد چيو: ”وليعهد! اوهين غضب ڪري رهيا آهيو. خدا جي واسطي، هاڻي هلو!“

پر خسرو جڻ ته هنجي ڳالهه تي ڪان ٻڌي. لڪڙ تڪڙ اوڏانهن ويو، جتي بيڪارڻ ويٺي هئي. ۽ سندس پرسان وڃي چيائين: ”تون ... تون به هنن فقيرن سان گڏ آهين؟“

بيڪارڻ البت جهڪي آواز ۾ چيو: ”ها نو......“

خسروءَ آهستي چيو: ”ٻڌ نه! هان، هي وٺ“.

انهن چئي هڪ دينار ڪڍي سندس هٿ تي رکيائين. دينار کي ڏسنديئي جڻ ته بيڪارڻ هوش ۾ اچي ويئي. آهستي چيائين: ”اوهين نهايت مهربان آهيو.“

اهو آواز ٻڌنديئي وليعهد ائين سمجهيو جڻ ته ساري دنيا جي موسيقي اچي هنجي ڳاڙهن چپن تي گڏ ٿي هئي. هنجي هٿ ۾ ستار به هئي.

خسروءَ چيس: ”تون ڳائي به ڄاڻين؟“

بڪارڻ پنهنجن چمڪندڙ اکين سان هن ڏانهن نهاريندي آبشار جهڙي آواز ۾ چيو: ”ها نو ڳائيندي آهيان ۽ پڙهندي آهيان - پر منهنجو ڪرڻي ڪهڙو آهي؟“

خسروءَ وري پڇيس: ”۽ تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

بڪارڻ چيس: ”منهنجو نالو؟ ... منهنجو نالو ليلي آهي!“

مسجد ۾ نمازين جي پيڙ لڳي پيئي هئي. شهزادو صاحب اڃا الاجي ڪيترو وقت ڳالهيون ڪندو رهي ها. پر فرهاد کيس هٿ کان وٺي چيو: ”هاڻي هلو نه!“

۽ هن دفعي هن جواب جو انتظار نه ڪيو پر وليعهد کي ڇڪيندو هليو، تانجو محلات جي دروازي وٽ اچي پهتا. پوءِ آهستي کيس ڪن ۾ چيائين: ”شهزادا صاحب! اڄ اوهين غضب ڪري ڇڏيو ها. سچي، خدانخواست ڪو ڏسي وٺي ها ته آهيءَ ۾ اچي وڃون ها.“

خسرو چپ چاپ محلات جي چور دروازي ۾ داخل ٿيو. انوقت جيڪڏهن فرهاد غور سان ڏسي ها ته پتو پويس ها ته سندس وليعهد روئي رهيو آهي.

* * * *

(٢)

انهي ڏينهن شهزادو پنهنجي محل کان ٻاهر نه نڪتو. ملڪ جي تخت واري راڻي، بيگم اختر جهان کيس پيغام موڪليس پر شهزادي کنهنجو به جواب ڪو نه ڏنس. نيٺ ڪڪ تي هوءَ خود شهزادي وٽ لنگهي آئي ۽ ڏٺائين ته شهزادو پلنگ تي ليٽيو، مٿو وهاڻي تي رکي، روئي رهيو آهي. اختر

جهت سندس متوڪوڊ ۾ رکي چيو: ”اوهان کي ڇيو ڇا آهي؟ “

بيگم کي ڏسندي ئي وليعهد چپ ٿي ويو. ۽ هنجون اکيون اڃا آنسن ۾ ٻڏل هيون. اختر پيار مان سندس وار پنهنجي هٿ سان لسا ڪندي چيو: ”اوهين ٻڌائيندا ڪونه؟ ... اوهانکي ڪنهن دکي ڪيو آهي؟“

خسرو اُٿي ويٺو ۽ خاموش رهيو. هو آنسن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيوهو ۽ آنسون لڙڪن لڙين باغين جيان ٽپڪندا ٽپڪندا ڳلن تان وهي رهيا هئس. اختر جي اکين ۾ به پاڻي اچي ويو. پوءِ آواز ۾ چياءِ: ”مالڪ! اوهين ڇو دکي آهيو؟ مونکي ٻڌايو ڏسو وري، مونکي ٻڌايو. مان اوهانجو دک دور ڪنديس. اوهانکي جنهن شيءِ جي ضرورت هوندي، حاضر ڪري ڏينديس.“

خسرو ڳوڙهن پوءِ اکين سان هن ڏانهن نهاريو... ويچاري ڀولي ڀالي ڇوڪري!... هنکي ڪهڙي خبر ته سندس مالڪ کي ڇا گهرجي؟ هنکي ڪهڙي خبر ته ان شيءِ حاصل ڪرڻ بعد خود ڪيس دائمي غم جي سمندر ۾ ٻڏڻو پوندو؟ هنکي ڪهڙي خبر ته ليلي ... ليليٰ جي اڳيان هو اهڙي هئي، جهڙو آفتاب جي اڳيان شمع؟

۽ اهو خيال ايندي ئي خسرو اوچنگارون ڏيئي روئڻ لڳو.

* * * *

شام ٿي ويئي. ڪاري رات آهستي آهستي مشرق پاسي آسمان ۾ ڇانئجي رهي هئي. محل جا دگها درخت باغ ۾ آرام ڪرڻ لڳا. ۽ محل ۾ دروازي وٽ، اختر ڪنڌ نوائي، آنسن پوئي آواز ۾ چئي رهي هئي: ”ائين اُي ٿيندو، منهنجا مالڪ! اوهانجي لاءِ سڀڪجهه ڪري سگهان ٿي... اهو به! “

* * * *

(۳)

ٻڪارڻ البت ڊپ مان چيو: ”اوهان... اوهان ئي مونکي دينار ڏنو هو نه؟ “

خسرو ءِ سو جهڪائي چيو: ”ها تو ليليٰ! دينار... ۽... دل! “

ليليٰ جا ڳل ڳاڙها ٿي ويا. ڦاٽل لٽل ڪپڙن سان پنهنجي برف جهڙي سفيد جسم کي ڍڪڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي چياءِ: ”اوهين مالڪ آهيو، مان ٻڪارڻ... اوهانجي رعيت. مان اوهان لاءِ ڇا ڪري ٿي سگهان؟ ......“

”تون... تون ڇا ٿي ڪري سگهين؟“ وليعهد ائين ڳالهايو ڄڻ ته نشي ۾ ٿاٿ ٿي رهيو هو. ”تون منهنجي دل تي حڪومت ڪر، ليليٰ! منهنجي اکين ۾ سمائجي وڃ. منهنجي پلڪن ۾ لڪي وڃ. منهنجي ڇاتي سان، هن دڙڪندڙ ڇاتيءَ سان لڳي وڃ... هميشه لاءِ... هميشه لاءِ منهنجي ٿي وڃ.“

ليليٰ ڪنڌ هيٺ ڪري چيو: مان حاضر آهيان، مالڪ! “

خسرو ءِ چيو: ”ته پوءِ اهو فقيرانو لباس لاهه. بيگمن جهڙا ڪپڙا پاءِ...“

ليليٰ چيو: ”مان تيار آهيان، منهنجا بادشاهه!“

”۽... ۽...“ خسرو هٻڪندي چيو: ”مونسان شادي ڪر......“

ليليٰ چيو: ”مان انشاءَ الله تيار آهيان، وليعهد!“

۽ خسرو بيحد خوشيءَ ۾ اچي سندس هٿ کڻي چميو.

* * * * *

پوءِ ليليٰ پنهنجو سارو لباس مٽائيندي پنهنجي ستار جو ساٿ نه ڇڏيو. پنهنجا هو ڪارا ڪپڙا، جي سندس فقيريءَ جي نشان هئا، هڪ ننڍيءَ ٽرنڪ ۾ وجهي هڪ ڪنڊ ۾ رکي ڇڏيائين.

خسروءَ جڏهن هنکي نئين لباس ۾ ڏٺو تڏهن چريو ٿي پيو. حسن جو اهو چندرما جو ڪارن ڪپڙن جي بادلن ۾ لڪل هو، اوچتو اچي پڌرو ٿيو هو. خسروءَ جون اکيون چمڪڻ لڳيون. هو ائين معلوم ڪرڻ لڳو، ڄڻ ته گلن جو هڪ ڍير هڪ ڇوڪريءَ جو روپ ڌاري اچي سندس اڳيان بيٺو هو ۽ سندس چوطرف حسن جي چاندني ڦهلجي رهي هئي.

تڏهن ليليٰ سندس سامهون ويهي، ستار جي تار کي پنهنجي نازڪ آڱر سان ڇوريندي هڪ گيت ڳائڻ لڳي... هڪ گيت، جنهنجو شروعات تارن جي بيقرار حسن سان ٿي ۽ پڄاڙي، شبنم جي بيتاب ترنم ۾.

* * * * *

(٤)

هيڏانهن جڏهن شباب (جواني) ۽ ديوانگيءَ جو هيءُ کيل ٿي رهيو هو، تڏهن محل جي هڪ ٻئي ڪمري ۾ اختر روئي رهي هئي. هن پنهنجن هٿن سان پنهنجي سلطنت ليليٰ جي سپرد ڪئي هئي. هن پاڻ ئي پنهنجي محل کي باهه ڏيئي ڀسم ڪري ڇڏيو هو.

هاڻي، هوءَ روئي رهي هئي... ۽ پري... وليعهد جي محل مان ڳائڻ جو آواز اچي رهيو هو:-

پريم-پريم هي اشڪون (آنسو) ڪا ساگر
جو اس مين ڊوبا وهي گيا تر
ڪيون تٽ پر کڙا پڪارتي!

هيءُ گيت اختر کي پاڳل ڪري رهيو هو. هنکي خبر هئي ته اهو گيت ڪير ڳائي رهيو آهي. ۽ ڪنهنجي لاءِ ڳائي رهيو آهي.

ان وقت ٻانهي اندر آئي ۽ ڏڪندي چيائين: ”حضور! وزير صاحب اندر اچڻ جي اجازت ٿو گهري“.

وزير فرهاد، اختر جو پيءُ هو... سندس وڏو پيءُ اڄ پرسال پنهنجو گهر ڇڏي هن محل ۾ آئي هئي.

اختر چيو: ”وٺي اچينس اندر!“

۽ جڏهن فرهاد اندر آيو تڏهن هو وڏيءَ زور سان روئڻ لڳي. ڪنهن عزيز جي موجودگيءَ ۾ ڏک پاڻ وڌي ويندو آهي... انڪري هوءَ روئڻ لڳي.

فرهاد چيو: ”پٽڙ! مونکي تنهنجي ڏک جي ڪارڻ جي خبر آهي. ۽ مان اهو پڇڻ آيو آهيان ته تو هي ڪيو ڇا؟ ٿوري وقت لاءِ پيدا ٿيندڙ عشق جي دوا وقت آهي. وقت ئي شهزاده کي اڳي جهڙو ڪري ڇڏي ها. پر تو هي ڇا ڪيو؟“

اختر پنهنجي پيءُ جي ڪلهي تي ڪنڌ رکي چيو: ”بابا! هن رنو ٿي. تو کي ڪهڙي خبر، هن ڏاڍو گهڻو ٿي رنو. هنجو ڏک مونکان سنو اٿي ٿيو هن ڏاڍو رنو ٿي“.

فرهاد چيو: ”نه پوءِ ڀلا هاڻي ڀاڻ ڇو ٿي روئين؟ جيڪي ٿيو اُٿئي انجو ڦل صبر سان سهه“.

اختر ورري به روئندي چيو: ”پر منهنجي دل... منهنجي دل جا ٽڪر ٿيا!“

فرهاد ڪاوڙ جي چيو: ”تنهنجي دل... هاڻي ليلىٰ بيگم ٿيندي. هوءَ هن سلطنت جي ملڪا ٿيندي. هنجا پٽ اينڌڙ زماني ۾ بادشاهه ٿيندا ۽ تون......“

اختر ڪنڌ سنئون ڪري چيو: ”ڏسُ بابا! مان ملڪا بڻجڻ نٿي چاهيان. مان پنهنجي پٽ لاءِ سلطنت به ڪونه ٿي گهران. مان رڳو چاهيان ٿي ته ...“ ۽ ايترو چئي هوءَ روئڻ لڳي... مان چاهيان ٿي ته ”هو منهنجو ٿئي.“

فرهاد ڪاوڙ ۾ جلندي چيو: ”سو ائين نه ٿيندو. تون راڻي ٿيندينءَ ۽ ضرور ٿيندينءَ. چاهي دنيا الٽ پلٽ ٿي پوءِ...“ ائين چئي هو جوش مان اٿي بيٺو.

اختر خوفزده نگاهن سان هيڏي ٿهاريو ۽ التجا ڀري آواز ۾ چيائين: ”پر... پر ڏس، هنکي ڪا به تڪليف نه پهچائج.“

فرهاد تيزيءَ مان ٻاهر ويندي چيو: ”مان ڪنهنجي پرواه ڪونه ڪندس ۽ نه ورري ڪري ٿي سگهان ٿو!“

* * * *

(٥)

۽ ٻئي ڏينهن ٿي، الاجي ڇو، سڄي شهر ۾ خسرو ۽ ليلىٰ جي چوڀچڙ ٿي رهي هئي. ڪي شهزادي جي انهيءَ روش کي نندي رهيا هئا ڪي ساراهي رهيا هئا، پرسندس مٺا لفظين جو انداز گهڻو هو.

هڪ بڪارڻ، جا ڪالهه گهٽيءَ گهٽيءَ جي خاڪ ڇاڻي رهي هئي، جا ڪالهه دردر بيکَ پني رهي هئي، اڄ ان ملڪ جي راڻي ٿيندي، اهو خيال ماڻهن جي دلين ۾ جوش جي لهر پيدا ڪري رهيو هو.

۽ هو ڏانهن پوري پوري ڪان جتي گهڻا گهڻا فقير رهندا هئا، غصي جي آگ ۾ جلندڙ لفظئين جيان چئي رهيا هئا. پنڌڙ فقير، ليڙون ليڙون ٿيل ڪپڙا پهريل آدمي، پنهنجي عزت برباد ٿيڻ جو خطرو محسوس ڪري رهيا هئا، ۽ پيو ته ليلىٰ صرف شهزادي جي واسطي ليلىٰ نه هئي، ڪئين نوجوان فقيرن لاءِ به هوءَ ليلىٰ هئي. هوءَ سندن محفلن جي جان هئي، هنجي انڌارين زندگين جي روشني ۽ هنجي تمنائن جي تمنا، هنجي حسرتن جي حسرت. انڪري انهيءَ خبر سندن دل ۾ هڪ طوفان پيدا ڪيو. پيرا فقير خوب وعظ ڪرڻ لڳا. چي: ”جيڪڏهن اها حالت رهي ته اسان غريبن جي عزت جو ٿيو پلو. خدا اڳيئي اسان يتيمن کي ظلم جي ڪنار وهائي، دولت ۽ دنيا جي راحت کان اسانکي محروم ڪيو آهي. ۽ شهزادو خسرو، اسانکان اسانجون ڌيئر ۽ ڀينر کسڻ ٿو چاهي، اهنجي عزت خاڪ ۾ ٿو ملائي...“

* * * *

(٦)

ڇوٿين ڏينهن شهر ۾ اها هلچل زور پوڻ لڳي. ايتري قدر جو بغاوت جي حد تائين پهچڻ جو امڪان پئي ڏنو.

۽ وڏيءَ مسجد جي ٻاهران ڪئين فقير اچي مڙيا هئا ۽ ٻاڻہ ڳالهيون ڪري رهيا هئا: ”ذات پاڪ جو قسم! اسانکي ڪو مڙ پوئي پو ٿو پارڻ گهرجي.“

"تڏهن ڇا، شهزادي سلطان جو حڪم بہ نہ مڃيو؟"

"نہ. چوائين ٿي موڪليائينس تہ مان هن معاملي ۾ ڪنهن جي بہ ڪا بہ ڳالهہ ٻڌڻ نٿو چاهيان."

"پر سلطان انصاف پسند آهي. ڇا، هو اسان جو ننگ ڪونہ رکندو؟"

"ڪهڙي خبر."

انهيءَ وقت هڪ ماڻهو ڊوڙندو آيو ۽ چيائين: "اڙي ٻڌو؟ ڪي ٻڌؤ؟ سلطان شهزادي کي شهر ڇڏي وڃڻ جو حڪم ڏنو آهي."

ڪيترن ئي ماڻهن خوش ٿي نعرو هنيو: "زنده آباد- سلطان!"

انهيءَ ساڳئي ماڻهوءَ وري: "۽ ڪن سپاهين سلطان جي خلاف بغاوت ڪئي آهي. هو شهزادي سان گڏ وڃڻ لاءِ تيار آهن."

*   *   *   *   *   *

(۷)

شهر کان ٻاهر، صحرا وٽ هڪ مسجد ۾ خسرو ويٺو هو ۽ سندس اڳيان ليليٰ ستار وڄائي ڳائي هئي...

پريم - پريم هيءِ اشڪون ڪا ساگر،
جو اُس مين ڊوبا وهي گيا تر،
ڪيون لٽ پر ڪهڙا پڪاري؟

وليعهد هڪ ٽڪ ليليٰ ڏانهن نهاري رهيو هو. ڪيترو حسن هو هن جي آواز ۾!...... ڪيترو ميٺاج هو!... گويا پورنماسي جي رات ۾ آسمان مان چانڊوڻيءَ جو سمندر لهرون وٺي هيٺ لهي رهيو هو... ڄڻ تہ شبنم گلن جي پنکڙين تي ويهي ڳائي رهيو هو... ڄڻ تہ آبشار هڪ اوچيءَ ٽڪريءَ تان شان - شان ڪري وهي رهيو هو.

خسروءَ پيار مان چيو: "ليليٰ! هي زندگي ڪهڙي خوشنما آهي!... سلطنت جي جهڳڙن کان پري... شهر جي مصيبت کان دور... حسن ۽ عشق... پئي پاڳل..."

ليليٰ ڳائڻ بند ڪري چپ چاپ هن ڏانهن نهارڻ لڳي. هن جي اکين مان شراب جو درياهہ وهي رهيو هو.

خسروءَ چيو: "ليليٰ! مونکان سلطنت کسي هنن سمجهيو آهي تہ مان غريب ٿي ويو آهيان. پر جنهن وٽ تون آهين... تون ليليٰ پياري!... انکي دنيا ۾ ٻئي ڪنهن شيءِ جي ضرورت ئي ڪانهي. تنهنجي غلامي مونلاءِ شهنشاهت آهي. تنهنجا حسين قدم مونلاءِ تخت آهن. تنهنجو حسن منهنجي دولت آهي ۽... ۽ تنهنجي محبت منهنجي ساري دنيا آهي..."

ليليٰ آهستي چيو: "مان اوهانجي شڪر گذاري آهيان، منهنجا مالڪ!"

خسروءَ چيو: "ليليٰ! تون مونکي مالڪ نہ چوندي ڪر. ڇا، تون مونکي پيار مان "محبوب" نٿي چئي سگهين؟"

ليليٰ ساڳيءَ طرح ڌيمي آواز ۾ چيو: "محبوب!..."

۽ خسرو ڄڻ تہ چريو ٿي پيو. جلدي هو اُٿيو ۽ ليليٰ جي پيرن وٽ ويهي رهيو. سندس گوڏن جي وچ ۾ منهن رکي آهستي آهستي چوڻ لڳو: "محبوب!... محبوب!! ... محبوب!!! ..."

انهيءَ وقت ٻاهر ڏاڍو گوڙ ٻڌڻ ۾ آيو. خسرو اٿي دروازي جي ٽونگ مان نهاريو ۽ چيائين:

”ليلي! ٻاهر ماڻهو وڌهي رهيا آهن ۽ هيڏانهن اچي رهيا آهن.“

ڳالهه اصل هيئن هئي جو شهر وارن کي جڏهن خبر پيئي ته شهزاده شهر ڇڏي هليو ويو آهي ۽ ليليٰ کي به پاڻ سان وٺي ويو آهي، تڏهن هنن کي جوش چڙهي ويو، ڪجهه شهري ۽ گهڻا فقير ڏنڊا ۽ ڪهاڙيون کڻي شهزادي جي پٺيان پيا. اهو حال ڏسي جن سپاهين کي سلطنت جي حڪم خلاف درزي ڪرڻ جي ڏوه هيٺ لشڪر مان ڪڍيو ويو هو ۽ جن جي شهزاده سان محبت هئي، شهزاده کي بچائڻ لاءِ ڊوڙيا ٿئا. رستي ۾ ٻنهي ڌرين جي جنگ لڳي. فقير ڪوشش ڪرڻ لڳا ته جنهن مسجد ۾ وليعهد ويٺو هو، اتي وڃون. ۽ سپاهي وري کين اتي پهچڻ کان روڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. لٽ به لٽ جهڙي لڳي.

هيئنر هو اچي مسجد جي ٻاهران پهتا هئا. سپاهين کڻي گهيرو هو ۽ فقيرن ۽ انهن کي هٽائڻ لڳا.

خسروءَ ليليٰ کي چيو: ”ليلي! هيءَ جنگ ته اسان جي لاءِ ٿي رهي آهي. گداگر توکي وٺي وڃڻ لاءِ آيا آهن ۽ مت سپاهين جي انهن سان مقابلو ڪري رهي آهي.

ليليٰ آهستي چيو: ”ها ٿو منهنجا محبوب!“

خسروءَ چيو: پر هنن سپاهين جي حفاظت ڪرڻ منهنجو فرض آهي ... مان ٻاهرتو وڃان.“

ليليٰ وري به ساڳيءَ طرح آهستي چيو: ”تمام چڱو، منهنجا محبوب!“

ٿوري ئي وقت کان پوءِ خسرو اندر آيو. سندس مٿي تان رت جون بوندون ٽپڪي رهيون هيون. اينڌي شرط هن چيو: ”ليليٰ! اسان جا سڀ ماڻهو قتل ٿي چڪا آهن. باقي به وڃي بچيا آهن، جي پڻ لڙي رهيا آهن.“

ليليٰ چيو: ”نيڪ آهي، منهنجا محبوب! اچو ته مان توهانجي مٿي تان رت اگهان.“

* * * *

مسجد جو دروازو مضبوط هو. هنجون پٽيون به وڏيون هيون ۽ دروازن تي ڌڪا ٺوڪي لي رهي هئي.

انوقت ليليٰ چيو: ”محبوب! اوهين مونکي پيار ڪريو ٿا؟“

خسروءَ چيو: ”ليليٰ انهي سوال پڇڻ جي ضرورت آهي؟“

ليليٰ چيو: ”ڇا، اوهين چاهيو ته مونکي ڏک ٿئي؟“

خسروءَ وراڻيو: ”ڇو ليليٰ! مان ائين ڪيئن چاهيندس؟ توکي ڏک پهچي، تنهن کان اڳي مان خود فنا ٿي وڃڻ چاهيندس، منهنجي ليليٰ!

ليليٰ آهستي چيو: ”پر منهنجا محبوب! جيڪڏهن توهين مري ويندا ته مونکي ڏک ٿيندو... ۽ هي فقير اوهانکي ڇڏيندا اصل ڪو نه“.

خسروءَ عجب مان چيو: ”ليليٰ!“

ليليٰ آهستي چيو: ”مان سچ ٿي چوان، محبوب! مونکي ڏاڍو ڏک ٿيندو. مان مرندس ڪٿي ڪا نه، پر منهنجي زندگي موت کان به بدتر ٿيندي“.

خسروءَ وري چيو: ”ليليٰ!“

پر ليليٰ ائين ئي چوندي رهي: ”انڪري

منهنجا محبوب! مونکي ان دک کان ڇڏائڻ لاءِ مونکي وڃڻ ڏيو. مان ويندس ته هي ماڻهو به هليا ويندا. اوهانکي سلطنت به موٽي ملندي. اوهين عيش ۽ آرام ۾ رهندا ۽ مان پنهنجي جهوپڙي ۾ ... مان اوهانکي خوش گذاريندو ڏسي قولي نه سما نبيس".

خسرو چپ ڪيو وينو هو ۽ ليلي چوندي رهي: "نه هاڻي محبوب! هاڻي چئو... چئو ته: ليلي، وڃ!..."

خسروءَ آهستي چيو: "ليلي!"

ليلي وري ليلائي چيو: "چئو منهنجا محبوب! منهنجا لعل منهنجا منا... چئو..."

خسرو ڪند هيٺ ڪري چيو: "ليلي! وڃ..."

ليلي خسرو جو هٿ چميو ۽ چيائين: "منهنجا محبوب! اوهان مونکي ڇڏائي وڌو... اوهان مونکي هڪ ڀاري دک کان بچائي ورتو... منهنجي هون هڻ... جنهن ۾ مون پنهنجو فقيراڻو لباس وڌو هو... ها، اڄها!... محبوب!..."

خسرو ڪند هيٺ ڪيو وينو هو. سندس سامهون ليلي اهوئي بکارڻ جو لباس پيڪي پيتي هئي... اهيئي ڪليل وار اهيئي ڦاٽل ڪپڙا... اهائي سنار...

مسجد جي پٺئين پاسي کان هڪ ٻيو دروازو هو... ننڍڙو دروازو. ليلي اوڏانهن وڌي دروازو کولي چيائين: "چڱو سلام..."

پر اوچتو هوءَ وري موٽي آئي ۽ اچي شهزادي کي چنبڙي چياءِ: "وڃڻ کان اڳي... وڃڻ کان اڳي... هڪ دفعو ته وري چئو: ليلي!..."

خسروءَ آنسن ڀريل آواز ۾ چيو: "ليلي!..."

ليلي جوش ۾ اچي هنجا چپ ڪٽي چميا ۽ چوڻ جيان روئندي چيائين: "منهنجا محبوب!... منهنجا مالڪ!... منهنجا وليعهد!..."

خسرو به روئي رهيو هو. هوءَ به روئي رهي هئي. ۽ ٻاهر... ٻاهر دروازو پٽڻ تي هو.

ليلي چيو: "هاڻي مان وڃان، منهنجا محبوب؟... مونکي هٿي نه ڏسي هو اوهان جو وار به ونگو نه ڪندا... چڱو هاڻي سلام!..."

ليسين، جيسين اسين ڀڄي هٿي نه ٻهتا آهيون". اٺين چئي هن آسمان ڏانهن اشارو ڪيو ۽ وري چيائين: "پڪ جاڻجو اتي هلي مان تو هانکي پنهنجي سنار تي گهڻا گهڻا گيت ٻڌائيندس... ڏاڍا گهڻا گهڻا گيت......"

۽ پوءِ هو ٻاهر هلي وئي.

هيڏانهن دروازو پٽڻ تي هو. انوقت ڪنهن ڪڙڪ آواز چيو: "پنتي هٽي وڃو!...

ماڻهو پنتي هٽيا. پر دروازو پٽي چڪو هو. ان پگل دروازي مان فرهاد ۽ اختر اندر آيا.

اختر ايندئي خسروءَ جي پيرن تي ڪري پيئي، ۽ فرهاد پڇيو: "وليعهد! ليلي ڪٿي آهي؟..."

وليعهد آهستي چيو: "هوءَ... ڪانهي..."






طرز:- ٽڪا روڻي نيڻ نماڻا......

١- اُٿو جاڳو وير جوانو،
غفلت جو ناهه زمانو،
غفلت جو هاڻ، فرحت جو هاڻ، عشرت جو، ناهه زمانو. اُٿو......

٢- ديس چڱي ڌاريا ورسايو،
پنهنجن تي ڪو ترس نه آيو،
ملڪ بڻيو ويرانو،
هيءَ هيءَ ملڪ بڻيو، هاءِ ديس بڻيو، هاءِ وطن بڻيو ويرانو. اُٿو......

٣- ٻکن ڪيو بيحال ٻکين کي،
انگ اگهاڙن ڏين ڏکين کي،
درد ڪيو ديوانو،
هاءِ درد ڪيو، هاءِ ڏکن ڪيو، هاءِ درد ڪيو ديوانو. اُٿو......

٤- دل آ ولائتي ويس وڳن سان،
ڌن ڌارين ڏي پنهنجي هٿن سان،
روز ڪيو ٿا روانو،
هاءِ روز ڪيو، شب روز ڪيو، هر روز ڪيو ٿا روانو. اُٿو......

٥- ٻين ملڪن آزادي ماڻي،
ڀارت ڀومي آهي ويڳاڻي،
گوندر جو گذرانو،
هاءِ گوندر جو، هاءِ سورن جو، هاءِ دردن جو گذرانو. اُٿو......

٦- **فاني** وئين فرض وساري،
ڀارت ماتا پيئي پڪاري،
راهه تڪي روزانو.
هاءِ راهه تڪي، هيءَ هيءَ وات تڪي، هيءَ هيءَ راهه تڪي، روزانو. اُٿو......

ڪيولداس وليرام ٻيگواڻي، [فاني].

# شاهه جي سنڌي

ليکڪ:- ڊاڪٽر هـ. م. گربخشاڻي ايم-اي، پي ايڇ-ڊي (لنڊن)

شاهه جي سنڌي هاڻوڪيءَ سنڌيءَ کان البت ٻئي ڍول جي آهي. اهو ئي سبب آهي، جو ماڻهن کي شاهه جي شعر پڙهڻ ۽ اُنجي معنيٰ سمجهڻ ۾ قدري مشڪلات ٿئي ٿي. هڪڙو ته شاهه جا لفظ ۽ محاورا نج سنڌي آهن؛ ٻيو ته ڪيترا لفظ ۽ اهڙي بناوتون اهڙيون آهن، جي هاڻوڪيءَ سنڌيءَ ۾ رواجي طور استعمال ۾ نٿيون اچن؛ ٽيون ته ڪي اهڙا لفظ ڪتب آيل آهن، جنجون معنائون يا ته متروڪ ٿي ويون آهن، يا ته منجهن گهڻي تبديل ٿي وئي آهي؛ ۽ چوٿون ته شاهه جي تلفظ ۽ هاڻوڪي تلفظ ۾ البت تفاوت آهي. هاڻ ڀورڻين ڄاڻڻ گهرجي ته سنڌيءَ ٻوليءَ جو اصل بنياد ڪهڙو آهي، ۽ ڪهڙن سببن کان اُن ۾ ڦير ڦاريون ٿيون آهن.

عام ماڻهن جي دلين ۾ وهم ويٺل آهي ته سنڌي ٻولي عربيءَ ۽ پارسيءَ مان نڪتل آهي، ڇو ته اڄ ڪلهه عربي ۽ پارسي لفظن جو استعمال وڌندڙ آهي؛ ۽ ٻيو ته سنڌي ٻولي عربي صورتخطيءَ ۾ لکڻ ۾ اچي ٿي. پر اهي ٻئي سبب عارضي آهن. درحقيقت، سنڌيءَ جو عربيءَ ۽ فارسيءَ سان بنيادي ناتو اهڙو آهي، جهڙو سنڌيءَ جو چينيءَ ۽ جپانيءَ سان. سنڌيءَ ۾ ڪي اهڙا آواز آهن، جنجي اُچار لاءِ عربي صورتخطي ڪافي نه آهي؛ ۽ هاڻوڪي صورتخطي، جا سنه ۱۸۵۳ عيسويءَ ڌاري، ايلس صاحب، هڪ انگريزي عملدار ناهي تيار ڪئي، تنهن ۾ گهڻيون خاميون رهجي ويئون آهن. انهيءَ ڪري هڪ وڏو صدمو، جو سنڌيءَ ٻوليءَ کي رسيو آهي، سو هيءُ آهي جو ماڻهو انجي اصل بنياد کان اڻ واقف رهجي ويا آهن. عربيءَ صورتخطيءَ جي واقفيت ڪري، شاگردن کي سڪولن ۽ ڪاليجن ۾ عربي ۽ فارسي ٻولين جي تحصيل ڪرڻ ۾ سهوليت ٿئي ٿي؛ ۽ ديوناگري اکرن سکڻ جي خطري کان سنسڪرت ٻولي، جنهن مان اصل سنڌي ڦٽي نڪتي آهي، تنهنجو ڪوبه اڀياس ڪيو نٿو وڃي. انهيءَ بيپرواهيءَ جو نتيجو اهو ٿيو آهي، جو سنڌيءَ ۾ ڪابه خاطرخواهه ترقي يا سڌارو نه ٿيو آهي. علم لغات، جنهنجي رستي اها ترقي ممڪن آهي، تنهنجو ڪنهن به سماءُ نه لڌو آهي.

خود سنڌي لغت نويسن ۾ علم لغات جي اُصولن، ۽ سنڌيءَ سان ٻين مشابهت رکندڙ ٻولين جي کوجنا نہ ڪئي آهي. انهيءَ سبب ڪان سنڌي لغتون اَڌوريون ۽ خام رهجي ويون آهن؛ ۽ پڻ ڪيترن نج سنڌي لفظن جون معنائون ڀورليون ۽ صحيح نہ ڪيون ويئون آهن. البت ڏکي ٻاڙيءَ جي ڪمي ڪانهي. شاهہ جي رسالي ۾ ڪيترا لفظ آهن، جنجي معنيٰ تہ صفا اوت لي ڪئي ويئي آهي. لغت نويسيءَ جا اهڙا اندا رستا سنڌ ۾ ٿي اختيار ڪيا ويا آهن. جيستائين ماڻهو سنڌيءَ ٻوليءَ جي باترتيب تحصيل نہ ڪندا، تيستائين ڪنهن ۾ ترقيءَ جي اُميد رکڻ اجائي آهي. نموني طور، ۾ چار مثال پيش ڪجن ٿا:-

ڪرهو نہ ڪي ڪان،
پيرين آئون نہ پهچڻي.

هاڻ هن مصرع ۾ 'ڪان' سنسڪرت لفظ 'ڪالب' مان نڪتل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي: 'گهوڙو'. مگر ڪي معنيٰ نويس 'ڪي' ۽ 'ڪان' گڏيدي 'ڪيڪان' ڪري ٿا پڙهن؛ وري عجب آهي تہ معنيٰ برابر 'گهوڙو' ٿا ڪن. هاڻ اهو ڪيڪان لفظ ۾ لغتن ۾ درج ٿي، سنڌيءَ ٻوليءَ جو هڪ جزو بنجي پيو آهي. ونو ٻيو مثال:-

ورونئي وات ٿئا، پنهو چام پهس.

ڪي لغت نويس 'پهس' جي معنيٰ 'جوانمرد' يا 'اوچتو' لکن ٿا، جا معنيٰ نسورو ڏکو آهي. اهو لفظ پراڪرت آهي، جو اصل سنسڪرت لفظ 'پرسهيہ' مان نڪتل آهي، ۽ معنيٰ اٿس: 'زور يا زبردستيءَ سان.' ونو ٽيون مثال:—

تارا تيليءَ روءِ، لڏا لالن اُپرين.

ڪي معنيٰ نويس 'تيليءَ روءِ' جي معنيٰ ڪن ٿا: 'جنهنجو منهن تيليءَ (تيل فروش يا تيلي راجا) جهڙو هجي'، يا 'جنهنجو منهن تيل وانگر چمڪندڙ هجي'، يا 'جنهنجو منهن تيليءَ جهڙو هجي'، پر حقيقت ۾ نڪو تيلي ڪنهن 'راجا' جو نالو آهي، ۽ نڪي اُنجي معنيٰ 'تيل فروش' يا تيل جهڙو چمڪندڙ' آهي، ۽ نڪي ڪي شاهہ جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ سئيبن ولايت مان ماچيس ۽ تيليون ايندييون هيون، جو شاهہ تارن کي تيلين سان مشابهت ڪئي هوندي. 'تيلي' برابر آهي پراڪرت 'تيرس' جي، جو هاڻوڪيءَ سنڌيءَ ۾ وڏيڪ بدلجي، 'ٽهڙي' ٿي پيو آهي؛ ۽ 'روءِ' جي معنيٰ آهي 'ريت'؛ ۽ ساريءَ مصرع جي معنيٰ آهي تہ "اي لالن لڏا، تون ٽهڙيءَ ريت سهڻو ۽ صاف ٿو اُپرين، جهڙو منهنجو محبوب آهي." اهڙا مثال انيڪ آهن، جن جي خبر 'شاهہ جي رسالي' جي جدا جدا جلدن ۾ 'معنيٰ ۽ شرح' وارن ڀاڱن مان ملي سگهندي.

ڌاريا ڌاريا ٿين، ٻيءَ هن ڀنيو ۾!

انهيءَ لاءِ ضرور آهي ته سنڌيءَ ٻوليءَ جي اصل ۽ بنياد جي هٿ ٿوري اُپٽار ڪجي، ته پڙهندڙن کي شاه جي سنڌيءَ جي پوري پروڙ پوي؛ ۽ لفظن جا اشتقاق، جي 'معنيٰ ۽ شرح' وارن ڀاڱن ۾ ڏنا ويا آهن، ۽ جن ڪيترن عام طرح قبول ڪيل معنائن ۾ فرق پيدا ڪيو آهي، سي آسانيءَ سان سمجهي سگهن.

سنڌيءَ ٻوليءَ کي بگڙيل يا فاسد سنسڪرت ڪري ڇئجي، ته روا آهي؛ يعني سنسڪرت لفظن ۽ نحوي بناوٽن ۾، هزارها سالن گذرڻ ڪري، ايتري ڦيرڦار ٿي ويئي آهي، جو سنسڪرت اڄ سنڌيءَ جي صورت ورتي آهي. سرسري نظر ڪبي، ته سنسڪرت ۽ سنڌيءَ جي وچ ۾ هاڻ ڪا ظاهري طرح مشابهت معلوم نه ٿيندي. سنسڪرت مان نه رڳو سنڌي، پر هندوستان جون ٻيون آرين ٻوليون جهڙوڪ گجراتي، مرهٽي، پنجابي، هندي، بنگالي، اُڙيا وغيره به نڪتيون آهن؛ ۽ انهن ٻولين جي هڪ ٻئي سان نهايت گهڻي موافقت آهي.

هت اسين اهو بحث نه ڪنداسون ته ڏاڏي آدم جي ڏينهن ۾ ڪهڙي ٻولي ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي، يا ٻولين ۾ اصل پيدا ڪئن پيدا ٿيو، وغيره. سنڌي ۽ مٿي ڄاڻايل ٻيون ٻوليون، هڪڙئي وڻ جون شاخون آهن؛ ۽ اهو وڻ آهي سنسڪرت. سنسڪرت لفظ جي اصلوڪي معنيٰ آهي: ڪامل يا صفا ٿيل. عام طرح، سنسڪرت نالو آخرين درجي واري سنسڪرت کي ڏنو ويندو آهي. سنسڪرت جا ٽي درجا آهن: قديم، وچولو ۽ آخرين. سنسڪرت اها ٻولي آهي، جنهن ۾ هندوستان جي قديم آرين جا ويد، پران، سمرتيون، تاريخون وغيره لکيل آهن. اڄ ڏينهن سوڏو هندو لوڪ پنهنجي ڪريا ڪرم، پوڄا پتشٽا وغيره ۾ اها ٻولي ڪتب آڻيندا آهن. ڪڏهين ڪڏهين ودوان پنڊت اڃا تائين انهيءَ ٻوليءَ ۾ هڪ ٻئي سان ڏرمي ڳالهين لئي بحث مباحثو ڪندا آهن. مگر اڄ ڪلهه عام طرح اها ٻولي دنيا جي ڪنهن هنڌ به ڳالهائڻ ۾ نه ٿي اچي. ڪو وقت هو، جڏهن سنسڪرت آريه لوڪن جي رواجي ٻولي هوندي هئي. انهيءَ کي هزارها ورهيه ٿيا. رواجي ماڻهن جي وات ۾ اصلوڪي سنسڪرت رفته رفته بگڙجڻ لڳي؛ ۽ اصلوڪي حالت بدلائي ٻئي درجي تي آئي، جنهنکي وچولي سنسڪرت ڇئجي ٿو. انهيءَ حالت کي رسڻ کان پوءِ پڻ، ان ۾ وڌيڪ ڦيرقار ٿيڻ لڳي. انهيءَ آخرين درجي واريءَ سنسڪرت کي 'پراڪرت سنسڪرت' ڪري سڏين ٿا.

اول درجي واري سنسڪرت، جنهنکي 'مها سنسڪرت' جي نالي

سان پڻ سڏيو ويندو هو، تنهنڪري رگ ويد سنهتا، يجر ويد جا منتر ۽ اٿر ويد جو ٿورو حصو لکيل آهي. وچولي سنسڪرت ۾ ويدن جو هڪ ڀاڱو، جنهنکي 'برهمڻ' ڪري ٿا چون، سو لکيل آهي. آخرين سنسڪرت ۾ هندن جو شعر جهڙوڪ رامايڻ، مهاڀارت، سمرتيون، ڪاليداس جا ناٽڪ وغيره لکيل آهن. آخرين درجي تي پهچڻ بعد، سنسڪرت ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو رواج گهڻو گهٽ ٿي ويو؛ جو ته انهيءَ عرصي ۾ ماڻهن جي محاوري ۾ اهڙي قسم جون ڦير ڦاريون ٿي ويون هيون، جو لکيل سنسڪرت ۽ عام محاوري ۾ نهايت گهڻو تفاوت پئجي ويو هو. انهيءَ محاوري کي 'پراڪرت' ڪوٺيو ويندو هو. پراڪرت جي معنيٰ آهي: عامي يا رواجي.

ڪهڙي سمي ۾ پهريائين سنسڪرت ٻوليءَ ۾ اِها وڏي تبديل ٿي، جو هوءَ ڦري پراڪرت ٿي پيئي، تنهنجو پورو پتو پئجي نٿو سگهي. سڀ کان جهوني پراڪرت، جنهنجي اسان کي خبر پئجي سگهي ٿي، تنهنکي 'پالي' ڪري ٿا چون. مهاراجا اَشوڪ (٢٧٢-٢٣٢ ق. م) جي ڏينهن ۾ پالي عام جام ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي. انهيءَ ڳالهه جي ثابتي مهاراجا اشوڪ جي فرمانن مان ملي سگهي ٿي، جي هن اُتاهن جبلن ۽ پٿرن جي اُڀين لڪي اُڪرائي ڇڏيا هوا. اهي فرمان هندوستان جي ڪيترن ڀاڱن ۾ اڄ ڏينهن تائين صحيح سالم بيٺا آهن. پالي ٻڌ ڌرم وارن جي مقدس زبان آهي؛ ۽ سندن ڪيترا پاڪ ڪتاب انهيءَ ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. پاليءَ ۽ سنسڪرت جي وچ ۾ گهڻو تفاوت ڪونهي. تخمينو ڪيو ويو آهي ته پاليءَ ٻوليءَ جا اڌ کان به گهڻا لفظ عين بعين سنسڪرت آهن؛ ۽ باقي اڌ ۾ به ڪا اڻ لکي تبديل معلوم ٿئي ٿي. جزوي ڦير ڦارين کانسواءِ، ٻنهي ٻولين جو وياڪرڻ به گهڻو ڪري ساڳيو ئي آهي.

پراڪرت ٻوليون ويون ڏينهون ڏينهن بگڙنديون، ۽ درحقيقت پراڪرت نالو خود اُنهنئي ٻولين سان لاڳو آهي، جي پاليءَ جو درجو لنگهي ويون، وڌيڪ ابتر ٿينديون. اهي پراڪرت ٻوليون گهڻنئي قسمن جون هيون. ڪي ڪتي ڳالهائڻ ۾ اينديون هيون، ته ڪي ڪتي. انهن مان پنج مکيه ليکيون وڃن ٿيون. اهي آهن: (١) مهاراشٽري (٢) شئورسيني (٣) ماگڌي (٤) پئيشاچي (٥) اپڀرنش.

انهن پنجن پراڪرتن مان، مهاراشٽريءَ کي سڀني کان مٿي ڪري ليکيو اٿن. جين ڌرم وارن جا پاڪ ڪتاب انهيءَ ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. اپڀرنش کي سڀني کان هيٺ ڪري ليکيو اٿن. اپڀرنش لفظ جي معنيٰ ئي آهي 'ڪريل'، جو ته منجهس نهايت گهڻو بگاڙو ٿي ويو هو. سندس درجو پراڪرتن ۽ هندوستان جي هاڻوڪين ٻولين جي وچ ۾ آهي.

ٻراڪرتون، اپڀرنش جي درجي تي اٽڪل سنه ١١٠٠ عيسويءَ ڌاري اچي رسيون. اپڀرنش جا ٻه قسم آهن. هڪڙو ٻئي کان جاڻڻ وڌيڪ معتبر آهي، جنهنکي 'ناگر اپڀرنش' ڪري ٿا سڏين. اها ناگر اپڀرنش منجهي، هاڻوڪي گجراتي ٻولي ٿي پيئي آهي. ٻيو قسم انهيءَ کان ٻه وڌيڪ بگڙيل آهي. انهيءَ کي 'وراچڊ'، يعني ردي اپڀرنش چوندا، جا بدلجي سنڌي ٻولي ٿي پيئي آهي. اهڙيءَ ريت مٿي ڄاڻايل ٻيون چار پراڪرتون منجهي، مرهٽي، هندي، پنجابي، بنگالي، اُڙيا وغيره ٿيون پيون آهن.

هاڻ ويچار ڪرڻ گهرجي ته سنسڪرت، جا آريه لوڪن جي اصلوڪي ٻولي هئي، تنهن ۾ ڪهڙن سببن کان ايڏو ڦير ڦار پيو، جو منجهي نوان نوان ويس ورتائين. جيڪڏهين انهن سببن جي اسان کي چڱيءَ طرح ٻروڙ پيئي، ته اسين آسانيءَ سان سمجهي سگهنداسين، ته ڪيئن نه خود اسانجي مادري زبان به، وري اُنهن ساڳينئي سببن ڪري، اڃا ڦرندي ۽ بدلبي پيئي وڃي. جا سنڌي شاهه عبداللطيف جي زماني ۾ مروج هئي، تنهنکان هاڻوڪي سنڌي البت ڦريل آهي. شاهه جي سنڌي اٽڪل ٻه سؤ ورهيه جهوني آهي. اڄ کان ٻه سؤ ورهيه پوءِ، سنڌيءَ ٻوليءَ جي جيڪا حالت وڃي بيهندي، سا ضرور هاڻوڪيءَ حالت کان قدري مختلف ٿيندي. اسان جي اکين اڳيان ئي ٻوليءَ ۾ وڃن روز مره تبديليون ٿينديون، جي اصلوڪيءَ ٻوليءَ کي بدلائي، ٻيءَ حالت ۾ آڻيو ڇڏين. ڪڏهين ڪڏهين ته تمام ٿوري عرصي ۾ ئي، نهايت گهڻو ڦيرڦار پئجيو وڃي؛ ۽ ڪڏهين ڪڏهين ته نهايت آهستي آهستي.

انهيءَ تبديل جا سبب خود انساني سڀاءَ تي مدار رکن ٿا. ڇوته خود ٻولي انسان جي حياتيءَ جو مقصد نه آهي. ٻولي فقط هڪ وسيلو آهي، جنهنجي مدد سان ماڻهو پنهنجا خيال هڪ ٻئي سان ظاهر ڪري سگهن ٿا. ٻوليءَ جي حرفن ۽ لفظن جو اُچار ڪرڻ البت ڪشالي گاڏڙ آهي. آواز پيدا ڪرڻ ۾ ڪيترن عضون جي مدد گهرجي، مثلاً ڦڦڙن، نڙيءَ، جڀ، ڪاڪڙي، ڪلين، ڏندن، ڏاڙهن، چپن، نڪ وغيره جي. انهن عضون جي مختلف تحريڪن سان مختلف آواز نڪري سگهن ٿا. اهي تحريڪون نهايت باريڪ ۽ مشڪل آهن، خاص ڪري جڏهين ٻه يا ٽي 'حروف صحيح' گڏي اُچارڻا پون ٿا. اهڙيءَ حالت ۾ جڀ کي ڀوڳائين هڪڙو ور ڏيڻي، وري يڪدم ٻيو يا ٽيون ور ڏيڻو پوي ٿو. انهيءَ ڪري صحيح لفظ ڪرڻ ۾ البت دقت ٿئي ٿي. هاڻ انسان جو سڀاءُ آهي ته دقت جيتري قدر گهٽ ٿي سگهي، اوتري قدر گهٽ

ڪجي. هر ڪو ماڻهو چاهيندو ته ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ جيئن ٿورو ڪشالو ٿئيس تيئن چڱو. اهو آهي هڪ مول سبب، جنهنجي ڪري لفظن جي اُچار ۾ بگيڙو پوي ٿو. ٻارن کي غلط اُچار ڪرڻ جي عادت ٿيندي آهي. جيڪڏهين اُنهنجو اُچار، مائٽن جي ڪوشش سان ۽ مڪتبن ۾ پڙهڻ ڪري، وقت بوقت سڌاريو نه وڃي، ته جيڪر ٿوريئي عرصي ۾ ٻوليءَ ۾ اهڙو ته ڦيرارو پئجي وڃي، جو اُنجي اصلوڪي حالت شايد سڃاڻي به نه سگهجي. تعليم جي رستي ٻوليءَ کي بگڙجڻ کان گهڻي قدر روڪي سگهجي ٿو. ٻيو هڪ سبب، جو ٻوليءَ کي بگڙجڻ کان روڪي ٿو، سو هيءُ آهي، جو هر هڪ ماڻهوءَ کي ڪوشش ڪري صحيح اُچار ڪرڻو پوي ٿو؛ ڇو ته جيڪڏهين ڪو ماڻهو پورو اُچار نه ڪندو، ته سندس مٽ مائٽ ضرور مٿس ٽڪر چيني ڪندا. پر ٻوليءَ جي بگڙجڻ کي وڏي روڪ لڌهين ٿئي ٿي، جڏهين منجهس ساهتيه، يعني علم ادب لکجڻ جو رواج پوي ٿو.

ٻوليءَ جي بگڙجڻ جو ٻيو هڪ قوي سبب آهي: قوم ۽ ملڪ جي تاريخ ۾ تبديل. جڏهين ڪا ڌاري قوم ڪنهن ملڪ تي غالب پوندي آهي، تڏهين ٻوليءَ جي بگڙجڻ جو گهڻو امڪان ٿيندو آهي. ڌاريءَ قوم جا لفظ روزمره جي محاوري ۾ اچي ويندا آهن، پر انهنجو صحيح اُچار ڪرڻ مشڪل ٿيندو آهي. مثلاً، جڏهين عربن سنڌ تي پنهنجو زور ڄمايو، تڏهين سنڌيءَ زبان ۾ ڪيترا عربي لفظ ملت ٿي ويا. نه فقط ايترو، پر اُنهن لفظن جي اُچارن ۽ معنائن ۾ پڻ قدري ڦيرڦار ٿي ويئي. مثلاً، ’حاذق‘ بنجي ’هالڪ‘. ٿي پيو؛ ’تعويذ‘، ’تانت‘ ۽ ’ٿغر‘، ’سگر‘ ۽ ’منقل‘، ’منگل‘ ۽ ’قميص‘، ’خميس‘ وغيره. اهڙيءَ طرح وري جڏهين پورچوگيزن هندوستان ۾ بينڪون وڌيون، تڏهين سنڌي ٻوليءَ جا ڪيترا لفظ هندستان جي ٻولين ۾ داخل ٿي ويا، جي وقتي وقتي سنڌ ۾ پڻ اچي ويا؛ جهڙوڪ پورچوگيز ’فالتو‘ منجي ’فالتوُ‘ ٿي پيو؛ ’فتا‘ ’ڦيت‘ ۽ ’فارما‘، ’فرمو‘ ۽ ’پڪا‘، ’پگهار‘ ۽ ’ٽولڪو‘، ’لونگ‘ ۽ ’لئيلام‘، ’نيلام‘ وغيره. هاڻ وري انگريزن جي اچڻ ڪري، سنڌي ٻوليءَ جا ڪيترا لفظ بگڙجي، استعمال ۾ اچن ٿا؛ جهڙوڪ ’ستيشن‘، ’ٽيشن‘ ۽ ’سيٽل‘، ’ستل‘ ۽ ’ٽڪيت‘، ’ٽڪس‘ ۽ ’ٽئڪس‘، ’ٽيڪس‘ ۽ ’اُگرميٽ‘، ’گرمٽ‘ ۽ ’شاپ‘، ’ڇاپ‘ ۽ ’سڪور‘، ’ڪور‘ ۽ ’ڪوري‘ وغيره. اهي نه ٿيا رڳا لفظ، پر جملن جا جملا به ڦري، عجيب صورت وٺي بيٺا آهن؛ مثلاً ’هو ڪمس ديئر‘، منجي ’حڪمدر‘ ٿي پيو آهي ۽ ’ستئنڊ اَٽ اِيز‘، ’ٽئنڊي ٽي‘.

وري جڏهين هڪڙيءَ قوم جي ڪنهن ٻيءَ قوم سان، واپار يا ڏيتي ڪري، لڙه وچڙ ٿيندي آهي، تڏهين هڪ ٻئي جا لفظ ۽ اصطلاح ٻوليءَ ۾ داخل ٿي ويندا آهن. آڳاٽي زماني ۾، سنڌ جي ماڻهن جو ملبار ڪناري جي رهاڪن ۽ عربن سان گهڻو واپار هلندو هو، جنهنڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ انهن ملڪن جا ڪيترا لفظ ۽ اصطلاح اچي ويا آهن، جهڙوڪ ايلاچي، اِلي ڏڪر، ڪوتمير وغيره، جي ملبار ڪناري جي اُڻ آري، يعني دراويڊين ٻولين مان ورتل آهن.

ڪي ڪي سنسڪرت لفظ سنڌيءَ ۾ داخل ٿيڻ بعد، ٿورن ٻن ٽن قسمن جا ٿي پيا آهن، ۽ جدا جدا معنا ٿون حاصل ڪيون اٿن، مثلاً سنسڪرت لفظ 'ورڌ'. اهو لفظ هوبهو سنڌيءَ ۾ اصلوڪيءَ معنيٰ سان پڻ ڪم اچي ٿو، جئن 'ورڌ آوستا' ۾، پر وري بدلجي 'ٻڍو' ۽ 'وڏو' بہ ٿي پيو آهي، ۽ انهن ٻنهي لفظن جي معنيٰ ۾ پڻ تفاوت آهي.

ٻوليءَ جي بدلجڻ جو ٻيو هڪ سبب هيءَ بہ آهي: ڪي جهونا لفظ ۽ اصطلاح وڃن متروڪ ٿيندا، ۽ اُنهن جي جاءِ وڃن نوان لفظ وٺندا. اهڙا تبديل اڪثر ڪري تڏهين ٿيندي آهي، جڏهين ڪا ڌاري ٻولي ٻوڪ ٿيڻ لڳندي آهي؛ جئن مسلمانن جي ڏينهن ۾ فارسي ۽ عربي، ۽ هاڻ انگريزن جي ڏينهن ۾ انگريزي. ماڻهو سمجهندا آهن تہ جهونا لفظ لفظ ڪم آڻڻ تهذيب جي برخلاف آهي. مثلاً، شاهه جي رسالي ۾، 'آڻ'، 'ڪري'، 'ٻوڻ'، 'گوندر'، 'ٻڪي'، 'ويڄ'، 'ٻون' وغيره لفظ ڪتب آيل آهن. هاڻوڪيءَ سنڌيءَ ۾ اهي لفظ عامي سمجها وڃن ٿا، ۽ انهنجي عيوض 'حڪم'، 'پرهيز'، "زمين"، "غم"، "دوا"، "طبيب"، "محبوب"، وغيره وڌيڪ رواج ۾ آهن.

انهن مٿي ڄاڻايل سببن ڪري، ٻوليءَ ۾ رفتي رفتي اهڙي ڦيرڦار پئجو وڃي، جو اصلوڪي ٻولي مٽجو، ٻي صورت وٺيو بيهي.

هندستان جون هاڻوڪيون آريہ ٻوليون، جڏهن اڪر پراڪرت مان ڦٽي الڳ ٿيون، تڏهانڪر منجهن ٻيون بہ تبديليون ٿيڻ لڳيون؛ تان جو هاڻي منجهن سنڌن اصل ۽ بنياد جا ڪي ٿورا ئي اهڃاڻ وڃي رهيا آهن. پر هڪڙي ڪري، جنهن ڳالهہ ڪي ٻوليءَ جو بگاڙو ٿو چئجي، سو درحقيقت اُنجو سڌارو ئي آهي؛ چوتہ اهڙي بگاڙي کان سواءِ ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ ترقي ٿيڻ محال آهي. پر سنڌي ٻولي، جنهن وقت کان وٺي پراڪرت مان ڦٽي جدا ٿي، تنهن وقت کان وٺي منجهس ڪو گهڻو ڦير نہ پيو آهي، خصوصاً شاهه جي سنڌيءَ ۾، يعني تہ سنڌيءَ ٻوليءَ گهڻي قدر ترقي ڪا نہ ڪئي آهي.

جيڪڏهين شاهه جي سنڌيءَ تي ويچار ڪبو، ته معلوم ٿيندو ته منجهس گهڻا لفظ اهڙا آهن، جنکي پراڪرت نحوين "تديو" ڪري سڏيو آهي، جنهنجي معنيٰ آهي: "انهيءَ جهڙا"، يعني سنسڪرت جهڙا، مگر نه عين بعين سنسڪرت. مثلاً، سنڌي ڪوئل = سنسڪرت "ڪوڪل"؛ گڏهه = "گردڀ"، ڪانئر = "ڪاتر"؛ سائر = "ساگر" وغيره.

نج سنسڪرت لفظ شاهه جي سنڌيءَ ۾ نهايت ٿورا ليندا. اهڙن لفظن کي "تتسم" ڪري ٿا سڏين. مثلاً "ڌرم"، "ڪرم"، "پرمل" وغيره. "تتسم" ماڻهن جي زبان ۾ ڦري، ڪٿن "تديو" ٿين ٿا، تنهنجا به قاعدا ۽ قانون مشهور پراڪرت نحوين جهڙوڪ، وررچي ۽ هيمچندر جاچ ڪري، پنهنجن ڪتابن ۾ لکي ڇڏيا آهن. اُهي اينترا آهن، جو اُنهنجو هند باترتيب بيان ڪرڻ ناشدني ڳالهه آهي. انهيءَ مضمون تي هڪ خاص ڪتاب لکيو ويو آهي، جو اُميد ته جلد ئي ڇپايو ويندو.

انهن قاعدن جي اونهي ابياس سان ۽ سنڌيءَ سان مشابهت رکندڙ آريه ٻولين جي قدري واقفيت سان، "تديو" پنهنجيءَ اصلوڪيءَ سنسڪرت صورت ۾ آڻي سگهجن ٿا. اُنهن مان گهڻا ته اهڙا آهن، جي سولائيءَ سان ڳولي سگهجن ٿا، مگر ڪن ڪن ۾ ته اهڙي گهڻي تبديل ٿي ويئي آهي، جو البت مشڪلات ٿيو پوي. مثلاً، سنڌي "هنجون" (ڳوڙها) = سنسڪرت "اَشرُوُ"، "سانگ" (ترار يا ڀالو) = "شڪتي"؛ "هيج" (شوق) = "هرديه" وغيره.

"تتسم" ۽ "تديو" لفظن کانسواءِ، ٻيا هڪڙي قسم جا لفظ، جي سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ خصوصاً شاهه جي سنڌيءَ ۾ ليٖن ٿا، تنکي "ديسي" ڪري سڏين ٿا. اهي لفظ پراڪرت ٻولين ۾ ٻڻ موجود هوا، جتان هاڻوڪين آريه ٻولين ۾ به اچي ويا. انهن "ديسي" لفظن جون ٻه جهونيون لغتون موجود آهن، جي جين ڌرم وارن جي ٻن مشهور آچارين لکيون آهن. هڪڙيءَ جو نالو آهي: "پائيلڇي"، جا ڌنپال آچاريه ٻارهين عيسويءَ صديءَ ۾ لکي؛ ۽ ٻيءَ جو نالو آهي: "ديسي نام مالا"، جا هيمچندر آچاريه ٻارهين عيسويءَ صديءَ ۾ لکي. "ديسي" لفظ اُهي آهن، جي اَڻ آريه ٻولين مان ورتل آهن. مگر ڪيترا لفظ جنکي ڌنپال ۽ هيمچندر "ديسي" ڪري ليکيو آهي، سي درحقيقت "ديسي" نه آهن. علم لغات ۾ هن وقت اينتري ترقي ٿي رهي آهي، جو اُنجي وسيلي گهڻيءَ کوجنا بعد ڪيترن "ديسي" لفظن جو به سنسڪرت سان لاڳاپو ڏيکاري سگهجي ٿو. مثلاً، ڌنپال ۽ هيمچندر موجب 'ٻيل' (ٻڪو) 'ديسي' لفظ

آهي، پر اهو لفظ اصل سنسڪرت ’بليورد‘ مان نڪتل آهي؛ يا ’ٻولڙ‘ = ’ٻوڙ‘ ’چاچ‘ = ’ٽڪر‘ وغيره. پر تڏهين به سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ڪيترا اهڙا لفظ آهن، جي ٻرابر ’ديسي‘ آهن، ۽ جنهجو سنسڪرت سان ڪو واسطو ڪونهي. مثلا، ’پڳڙي‘ ’دنگي‘، ’ڍينگر‘، ’جنگر‘ وغيره.

انهن ٽنهين ٽن قسمن جي اڻ سنڌي لفظن کانسواءِ، ٻين ٻولين مان نڪتل لفظ به شاه جي سنڌيءَ ۾ نظر اچن ٿا؛ جهڙوڪ عربي، فارسي، ترڪي، بلوچي وغيره. اهي لفظ به ايامن کان سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ اچي، اڻ سنسڪرت لفظن وانگر بگڙجي ۽ بدلجي، سنڌس هڪ جزو بنجي پيا هوا؛ ۽ شاه اهڙن لفظن کي سنڌين بگڙيل حالت ۾ استعمال ڪيو آهي.

هاڻ جنهن صورت ۾ شاه جي ڏينهن جي ڪا لکيل لغت موجود نه آهي، جنهنمان جيڪو خيو پڙهڻي سگهي ته رسالي ۾ استعمال ڪيل لفظن جي اُن زماني ۾ پوري ۽ صحيح معنيٰ ڪهڙي هئي، تنهن صورت ۾ اسان کي لاچار علم لغات جي ئي مدد وٺڻ جو ضرور آهي؛ نه معنائون ۽ سمجهاڻيون اوت تي ڪڍڻيون پونديون. علم لغات ئي اسانکي سنڌين دڳ تي لائيندو. انهيءَ رستي شاه جي ڪلام تي، گويا، هڪڙي قسم جي نئين روشني وجهي سگهجي ٿي. تقليدي معنائن جي عيوض، اسان کي سچيون ۽ صحيح معنائون حاصل ٿي سگهن ٿيون، جي نه فقط شاه جي شاعراڻي شعور سان موافق آهن، پر سنڌيس شاعراڻي ۽ بزرگيءَ ۽ اونهائيءَ کي پڻ پڌرو ڪن ٿيون.






ليکڪ:- سرگواسي ٽولراءِ ايسرداس شودا ساڻي

اهو چڱيءَ طرح مشهور ٿي ويو آهي ته اڄ ڪلهه ولائت وارن جيڪي به وديائون حاصل ڪيون آهن سي سڀيئي اسانجي رشين منين جي شاسترن مان حاصل ڪيون اٿن. اسين اهڙي هيٺيءَ حالت ۾ وڃي پهتا آهيون جو اسانکي پنهنجن شاسترن جو ڪجهه به گيان نه آهي، انهيءَ ڪري پڇم ديس وارا جيڪي ٻڌائين ٿا، سو جهٽ پاڻ پنهنجو مغز ٿا ٻڌائين، ڪنهن ورلي کي خبر هوندي ته اسانجي شاسترن جو مغز ٿا ٻڌائين.

پرهاڻي اهو ته بنا بحث مباحثه جي سڀڪو ٿي چوندو ته اسانجا رشي مني سورج جي ڪرڻن جي سهائتا سان روڳن کي ناس ڪرڻ بلڪل چڱيءَ طرح ڄاڻندا هئا.

سورج ڀڳوان ۾ سڀ ڪان اُتم گڻ آهن، اُنجي پرڪاش سان ٿي اسانکي جيون شڪتي پراپت ٿيئي ٿي ۽ اسان جا سڀيئي روڳ سورج جي پرڪاش سان ناس ٿيندا ۽ اسان جا رشي مني جوتشي سورج ڀڳوان کي ستن رنگن وارو چوندا. جوتش شاسترن ۾ چيو ويو آهي ته سورج جي آس پاس گره سڀ گهمن ڦرن ٿا ۽ پنهنجون ڪرڻائون زمين تي اُڇلين ٿا، پراڻ ۽ ستن رنگن کي سپت مکي گهوڙو به چيو ويو آهي ۽ ستن رنگن جي ڪٺي ٿيڻ ڪري اڇو رنگ پيدا ٿئي ٿو، انهيءَ ڪري سورج ڀڳوان جون ڪرڻائون اڇيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. اهي جيڪڏهين اسين ڪنهن بلوري شيشي ۾ ڏسنداسين، ته اسانکي ست ئي رنگ ضرور ڏسڻ ۾ ايندا.

سورج جو رنگ پارې وانگر اڇو آهي پر اُن ۾ ست رنگ گڏيل آهن. چندرما جو رنگ چانديءَ وانگر روپو، منگل جو رنگ ٽامي جهڙو ڳاڙهو، ٻڌ گره جو پيلو رنگ، ورهسپتيءَ جو سون جهڙو سونهري پيلو رنگ (نارنگي رنگ جو) شڪر نيلي جهڙو (Indigo) ۽ ڇنڇر جو رنگ آسماني ۽ گوڙهو نيلو (Deep Blue)

راهوُ پرتويءَ جو نالو آهي، انجو رنگ ڪارو آهي، انهيءَ ڪري پرتويءَ ۾ بين پرڪاش ڪندڙ ڪرڻائن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو، هنجي ڇايا ؛ 'ڪيتو' جو رنگ آسماني هلڪو نيلو (Faint Blue) آهي ؛ ڳاڙهو، پيلو، سونهري روپو، آسماني، ڳوڙهو نيلو، هلڪو نيلو، لوهه جي برابر ڪارو، اهڙن ستن رنگن جي هڪڙي ڪرڻا تئي تي، تڏهين اڇو رنگ تئي ٿو.

مٿي لکيلن ستن ئي گرهن کي سورج جي چؤگرد گهمڻو پوي ٿو ۽ انهن جو سنبنڌ پرتويءَ سان آهي انهيءَ ڪري انهن جون ڪرڻانون جدا جدا رنگن سان ئي ڦهلجن ٿيون ؛ فقط سيني گرهن جي گتي جدا هئڻ سبب هڪڙو رنگ هڪڙيئي استان تي گهڻو وقت نٿو ٽڪي سگهي، گرهن کي سورج جي آس پاس گهمڻو پوندو. انهيءَ ڪري اهي پنهنجي ضرورت انسار رنگ جي طاقت کي وٺي چندرما کي ڏيندا رهندا ؛ فقط جنهن سمي ۾ انهن ڪرڻائن جي گتي سڌي يا ٽکي تئي ٿي تڏهن اهي ڪرڻانون سورج جي ڪرڻائن کي ڇيري پرتويءَ تي ڪرن ٿيون. پرتويءَ تي جو سورج جون ڪرڻانون ڪرن ٿيون، انتي انهن گرهن جي ڪرڻائن جي اثر پوڻ ڪري جدا جدا قسمن جا اثر ٿين ٿا. سورج گرم، چندرما سيتل ٿڌو، منگل گرم، ٻڌ نپونسڪ، ورهسپت چربيدار، شڪر طاقت وڌائيندڙ ۽ ڇنڇر لوُلو آهي ؛ يعني انهن جو اثر انهن جي ڪرڻائن انسار پدارٿن تي پوي ٿو. جهڙيطرح جڏهن ڪنهن ٻالڪ کي ماتا جي بيماري تئي ٿي، ته روڳيءَ جي ڪمري ۾ نم جي ٽاري پتن سميت رکڻ جو رواج آهي ڇاڪاڻ ته هن روڳ تي سائو رنگ جلد فائدو پهچائيندو. بسنت رتو ۾ پيلي رنگ جي ڪپڙي پهرڻ جو رواج ڪيترن شهرن ۾ آهي، رجائيءَ جو استر ڳاڙهي رنگ جو اڳي رکندا هئا جنهنڪري گرم وڌيڪ رهندي هئي، اهڙيطرح هڪ ٻئي تي اثر وجهندڙ ڳالهين تي ڌيان ڏيڻ سان هي ڳالهيون سهوليت سان سمجهڻ ۾ اچن ٿيون.

مطلب هي آهي ته اسانجا وڏا بزرگ، ديس، ڪال رتو، پرڪرتي، جل (پاڻي) وايو (هوا) آدڪن جو ويچار ڪري آهار (کاڌو) وهار (هلت چلت) کان، پان، پهرڻ بسترو (هنڌ) گهر نهرائڻ آدڪ ڳالهين ۾ ڪهڙين ڪرڻائن جي، اسانکي ضرورت آهي، اُنهن جو ويچار ڪري انهيءَ موجب هلت ڪري جيوت گذاريندا هئا.

اهڙيطرح اڄ ڪلهه جل چڪتسا يعني پاڻيءَ جو عرق سيني بيمارين لاءِ بلڪل مفيد فائديوارو آهي ؛ جدا جدا رنگن جي شيشن ۾ پاڻي پري ڪجهه وقت لاءِ اُس ۾ رکي عرق بنائي پيارڻ، لڳائڻ، ڪپڙو پسائي رکڻ يا

رنگين تيل ٿهيل جي مالش ڪرڻ يا عرق جي مالش ڪرڻ سان طرح طرح جا روڳ ناس ڪري رهيا آهن.

سورج جو پرڪاش ۽ گرمي سنسار جي هر هڪ استان تي برابر پهچندي رهيتي؛ سورج جو پرڪاش ڌرتيءَ تي پهچڻ شرط انهيءَ ڪرڻائن جي رستي ۾ منگل جو گره اچي وڃي ته پرٿوي تي ڳاڙهيون ڪرڻائون پونديون، اهڙي سمي ۾ انهيءَ هنڌ رهندڙ ماڻهن ۾ گرميءَ مان پيدا ٿيندڙ بيماريون، وبا، ماتا، مورچا آدڪ روڳن جي گهڻائي رهي ٿي، انهيءَ مطلب آنسار جڏهين سورج جون ڳاڙهيون ڪرڻائون گهڻي انداز ۾ هڪ هنڌ تي ڪنيون ٿين ٿيون؛ ته انهيءَ وقت ڀوُن ڪنمپ، ڌرتي ڌڏي ٿي، ڦاٽي ٿي ۽ ٻيا خوفناڪ ڪم ٿين ٿا جيئن ته آڪاس ۾ مٽي، رک، اگر، پاڻي آدڪن جا ڦڙا ۽ ڳڙا پون ٿا اهي وري هلڪي هوا سان اڏامي جڏهين ڪنهن گره يا ٻن جدا جدا گرهن سان وڃي ملن ٿا، ۽ سورج جون ڪرڻائون انهن جي وچ مان لنگهي پرٿويءَ تي پهچن ٿيون، ته انهيءَ وقت نقصان ڪندڙ يا فائدو ڪندڙ برسات پوي ٿي، يا عجيب نموني جا جيو پيدا ٿي وبا آدڪ ڀيانڪ روڳ پيدا ڪن ٿا. انهيءَ مان پڌرو ٿئي ٿو ته اهڙي سمي ۾ جيڪڏهين بادلن جي پردن کي پري ڪيو وڃي ته تمام خوفناڪ حالتن کي پراپت ڪبو ۽ انهن آفتن سان ٽڪر ٿو پوندو؛ سورج جي نرمل يا دک ڏيندڙ ڪرڻائن جو اثر، اڌين، تلاون ۽ کوهن جي پاڻيءَ تي به پوي ٿو ۽ ڪرڻائن ۾ جنهن رنگ جا ترورا وڌيڪ پونٿا؛ تهڙائي انهيءَ پاڻيءَ ۽ هوا تي اثر ڪن ٿا؛ ۽ جدا جدا قسمن جا جيو پيدا ٿين ٿا؛ جڏهن گرمي ٿئي ٿي سورج تمام تکو چمڪي ٿو، مينهن ۽ هوا آدڪ پيدا نٿا ٿيــن تڏهين اسانکي ڪروڙين ترورا يا جيو ڏسڻ ۾ نٿا اچن، پر جڏهين مينهن پوي ٿو، سورج جو تيز گهٽ ٿئي ٿو، ۽ روشنائي تمام گهٽ ٿي وڃي ٿي تڏهن انيڪ قسمن جا جيو ڪيٽان آدڪ پيدا ٿين ٿا ۽ مينهن بند ٿيڻ بعد جڏهين سورج جون ڪرڻائون نرمل، صفا ٿي وري چمڪن ٿيون، تڏهين اهي ڪيٽان آدڪ جيو به ناس ٿي وڃن ٿا.

## تندرست ڪيئن رهي سگهجي ٿو

سورج جو پرڪاش ۽ اُنجو سرير تي اثر.

جيڪڏهين ڪنهن شيشي ۾ ڪير وجهي اُنکي ڪنهن اونداهي ڪوٺيءَ ۾ گهڻا ڏينهن رکيو وڃي، ته ڪير ۾ سوکيم دوربيني دوارا ڏسبو ته ڪو به جيو يا ڪيٽون ڏسڻ ۾ نه ايندو، پر جيڪڏهن اهو ساڳيو شيشو اُس ۾ رکيو وڃي، ته پنجن ڇهن ڪلاڪن ۾ سوکيم جيو پيدا ٿي وڃن ٿا؛ فقط اهي جيو روڳن کي ناس ڪندڙ پران پيدا ڪندڙ ٿين ٿا، جهڙيطرح ڏينهن جو ٻچو جيڪڏهن ڪيترا ڏينهن اونده ۾ رکيو وڃي

ته اهو وڌندو اصل نه، بلڪ ٽن-ورن ڏينهن بعد مري ويندو ۽ نڪي انهن کان پيدا ٿيندي. جيڪي ٻالڪ اندهري ۾ رهن ٿا اهي تمام ٿورو وقت ٿا، انهن جون هڏيون پيرن جون سنڌيون ٿلهيون ٿيون ٿيون ۽ هڏيون جهڪيون ۽ ڍريون ٿيون ۽ اهڙا ٻالڪ ڳوٺن ۾ رهڻ وارن جي مقابلي ۾ شهر ۾ رهندڙ غريب ماڻهن ۾ گهڻا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. گهڻو ڪري انهن ڏسڻ ۾ آيو آهي ته جڏهن ڪنهن روڳ جو آرنڀ ٿئي ٿو، ته جنهن تي اُس نٿي پوي، انهي کي بيماريءَ جو اثر گهڻو ٿو پوي. شهر ۾ جڏهن وبا شروع ٿئي ٿي تڏهن ڳتيل شهر ۽ سوڙهين گهٽين ۾ رهندڙن کي وڇڙي ٿي.

سورج جو پرڪاش چنگيلائي لاءِ ڪهڙو نه ضروري آهي، انهيءَ ڳالهه کي ڪيترا ماڻهو ڄاڻن ٿا، پر جيڪڏهن ڄاڻن به ٿا، ته به انهيءَ پاسي ڌيان اصل نٿا ڏين. سورج جي پرڪاش ۾ جو رسائنڪ، پرڪاش ۽ گرمي جون ڪرڻون آهن انهن جو ماڻهن جي واڌاري ۾ تمام گهڻو قيمو آهي. منش کي نروڳ رهڻ لاءِ، ڏينهن ۾ گهڻو وقت اُس ۾ رهڻ گهرجي، گرمي جي ڏينهن ۾ منجهند جي وقت وڻن جي ڇانو ۾ گذارڻ گهرجي، اونده واري ڪمري ۾ اصل نه رهڻ گهرجي. جنهن جڳهه ۾ سوجهرو ۽ هوا تمام گهٽ ۽ اُس ايندڙ هجي تنهن ۾ سدائين رهڻ گهرجي.

## تازي هوا

صفا ۽ پوتر هوا سريرجي رکيا لاءِ سدائين ڪارڻ گهرجي، اپوتر هوا ۾ ساهه کڻڻ ۾ ہر وقت جيڪڏهن ڪجهه نقصان نه به پهچي، ته به انجو اثر سرير ۾ اندر ٿيندو رهيتو، پر جڏهن ماڻهوءَ کي ٿوري بيماري ٿئي ٿي، تڏهن انهيءَ خراب هوا جو اثر، اندر تيل وڌيڪ خرابي پهچائي ٿي؛ اهڙي خراب هوا جو اثر گهڻو ڪري ننڍڙن ٻارن تي تمام جلد اثر ڪري ٿي.

## صفا پاڻي

هي ڳالهه بلڪل چڱي طرح سڀني کي معلوم آهي ته بنان پاڻيءَ جي اسانجو جيئڻ مشڪل آهي. سنسار ۾ سڀني شين ۾ منش کي هوا کان پوءِ پاڻي جي ضرورت آهي، اسانجي سرير ۾ جيترو ٻار آهي انجو $\frac{3}{4}$ حصو جل جو آهي انهيءَ ڪري اسانکي مناسب آهي ته پيئڻ ۽ کاڌي ٺاهڻ واسطي پوتر جل سدائين پاڻوت رکڻ گهرجي؛ پاڻي هميشه کوهن، تلاون ۽ نديءَ مان کڻبو آهي، پر ياد رکڻ گهرجي ته تمام اونهي کوهه جو پاڻي ڪم آڻڻ فائديمند آهي، شهر ۾ جيڪڏهن ڪو مرض وڇڙندڙ هجي ته پاڻي ڪاڙهي ٿڌو ڪري بند ٻاسڻ ۾ پري پوءِ ڪم آڻڻ گهرجي.

## اشنان

سرير کي تندرست رکڻ لاءِ هميشه پرپاٽ ويلي ٿڌي جل سان اشنان ڪرڻ گهرجي،

اشنان ڪرڻ وقت سري کي خوب مهٽڻ گهرجي، جنهن مان سري ۾ گرمي پيدا ٿئي، صفا ۽ ٿڌو پاڻي جهڙو پيئڻ ۽ ڪاڌي ڳاهڻ واسطي، ضروري آهي تهڙوئي اشنان ڪرڻ ۽ ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ هئڻ گهرجي، برسات جي موسم ۾ جو ميرو پاڻي کڏن ۽ تلاوُن ۾ ڪٺو ٿي وڃي ٿو، انهيءَ اشنان ڪرڻ يا ڪپڙا ڌوئڻ بلڪل نقصان ڪندڙ آهن، اشنان ڪرڻ يا ڪپڙن ڌوئڻ جو مطلب اهو آهي ته سري مان مٽي ۽ ٻگهر جي بانس نڪري وڃي، پر جيڪڏهن اسين ميري پاڻيءَ ۾ اشنان ۽ ڪپڙا ڌوئنداسين ته صفا ٿيڻ ته پري رهيو، پر اُلٽو وڌيڪ ميرا ٿي پونداسين، تنهنڪري نديءَ ۾ اشنان ڪرڻ سڀ کان اتم آهي، جيڪڏهن اشنان گهر ۾ ڪجي ته اشنان ڪرڻ وقت ڪوٺيءَ جا دروازا بند ڪرڻ گهرجن، جئن بدن کي هوا نه لڳي، تنهنکا نپوءِ ڪاڌي جي سڪل ڪپڙي سان سري کي خوب مهٽي، اُگهي بدن کي سڪائي پوءِ ڪپڙا پائڻ گهرجن، ٿڌي پاڻيءَ سان اشنان ڪرڻ لاءِ پرڀات جو وقت سڀ کان اتم آهي. پر جيڪڏهن ماڻهو تمام ٿڪل هجي ته ٿڌي پاڻي سان اشنان ڪرڻ بلڪل نقصان ڪندڙ آهي.

جن ماڻهن جي سري ۾ اشنان ڪرڻ کانپوءِ ڏڪڻي پيدا ٿئي ٿي تن کي ڪوسي پاڻي سان اشنان ڪرڻ گهرجي يا جو ماڻهو سنڌن جي سور، دل جي روڳ، يا وات جي روڳ ڪري بيمار آهي تنهنڪري ٿڌي پاڻي سان ڪڏهن به اشنان ڪرڻ نه گهرجي. جنهنجي چمڙي تمام نرم هجي، يا جنهنکي ٻگهر نه ايندو هجي، اهڙي به ماڻهوءَ کي گهٽا اشنان نه ڪرڻ گهرجن.



# News, Notes & Comments

## لاڙ ڊويزن جي چونڊ

سردار ولڀ ڀائي پٽيل، آل انڊيا ڪانگريس پارليامينٽري بورڊ جي چيئرمن، سنڌ پارليامينٽري بورڊ جي سفارش قبول ڪئي آهي ته حيدرآباد ضلع لاڙ جي سنڌ اسيمبلي چونڊ لاءِ ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي پريزيڊنٽ، ڪانگريس ٽڪيٽ لاءِ اميدوار ٿئي.

ڪانگريس مرڪز ۾ اميد آهي ته لاڙ ڊويزن مان ڊاڪٽر چوئٿرام بنا مخالفت ڪانگريس ٽڪيٽ تي چونڊجي ايندو. هندو پارٽيءَ سوامي گوونداننڊ جي اڳواڻي ۾ ڪا به تار سردار پٽيل ڏي ڪانه موڪلي هئي.

---

سنڌ سرڪار جي چيف سيڪريٽري مسٽر ڪوپالاڻي ۳۱ مئي تي پنهنجي عهدي جي چارج مسٽر سي-بي-ڪليءَ کي ڏني. هوم، جنرل ۽ ليگل کاتن جي چارج مسٽر ايم-ڊي-ڀٽ کي ڏنائين.

---

لنڊن جي انڊين سوراج ليگ جي سهاري هيٺ هندستانين جي شاهي ميٽنگ ۾ شريمت ڀولا ڀائي ديسائي ظاهر ڪيو ته ڪانگريس رياستي فيڊريشن جو زبردست مقابلو ڪرڻ جو محڪم ارادو ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن رياستي فيڊريشن هندستان مٿان مڙهي ويئي ته ڪانگريس پرانتڪ حڪومت جون واڳون ڇڏي ڏيندي. مسٽر ديسائي وڌيڪ چيو ته هيءَ ڪانگريس جي لياقت نه آهي پر برطانيه سرڪار کي آخرين چتاءُ آهي.

سوالن جي جوابن ۾ مسٽر ديسائي چيو ته ڪانگريس پڻ خاص ڳالهين جي ڪري فيڊريشن جي مخالفت تي ڪري. هڪ راجائن ۽ شهزادن جي ميمبرن نامزد ڪري پيو ته فيڊريشن ۾ فقط محدود جوابداريون ڏنيون ويون آهن. لارڊ لوٿين فيڊريشن کي سڌارڻ جي رٿ ڏني آهي پر ان مان فقط پڌريون مطلب سڌ ٿئي ٿو يعني راجائن جا نامزد ميمبر ڪاٽا ٿي سگهندا.

---

ڪوٽ سڌار جي ڪم لاءِ مدراس سرڪار وڌيڪ ۲ لک روپيا ڏنا آهن. اهي پئسا هند سرڪار وٽان ڳوٺ سڌار جي لاءِ مليل پئسن مان خرچيا ويندا ۽ ضلعن ۾ ڳوٺاڻيءَ آدمشماريءَ موجب ورهايا ويندا.

---

هند سرڪار جو واپاري ميمبر سر ظفرالله هوائي جهاز رستي ۳۱ مئي شام جو ڪراچي ۾ پهتو ۽ ۱ جون صبوح جو يورپ لاءِ روانو ٿي ويو. هو انگلنڊ ڏانهن هندستان ۽ انگلنڊ جي وچ ۾ واپاري ڳالهين ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهي.

---

سوگر ضلع، اڪت تعلقه ۽ ڪٽني، هنگنگهاٽ ۽ بدنيرا هنري شهرن ۾ جو شراب تي بندش پيئي آهي سو هينئر بندش پوڻ کانپوءِ ٽن مهنن بعد رپورٽ نڪتي آهي جنهن ۾ ڏيکاريل آهي ته ڪٽني بدنيرا کان ٻاهر جتي شراب جا دڪان آهن اتي شراب جو وڪرو ٿورو وڌيل آهي جو اتي ماڻهو سولائيءَ سان گاڏيءَ وغيره رستي پهچي سگهن ٿا. شراب تي بندش پوڻ کان پوءِ سر گور ضلع کان سواءِ ٻين هند اهڙي ٿا بتي نٿي ملي جو شرابين پنگ وغيره جي عادت پرائي هجي.

شراب تي بندش پيل هندن تي چاهه جي ڪاپي وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي پيئي وڃي. بندش وارن هندن تي شراب خلاف ڪا ميٽيون ٿا هيون ويون آهن.

مڪاني عملدارن جي رپورٽ آهي ته جي اڳ شراب پيئندا هئا تن جي ڪٽنبن شراب تي بندش پوڻ ڪري سرڪار جي شڪرگذاري مڃي آهي. گهڻو ڪري بندش وارن هند گهرو جهڳڙا غائب ٿي ويا آهن. مزور پوري وقت ٿي ڪم تي اچن ٿا ۽ هينئر هننکي پگهار اڳواٽ وٺڻ جي ضرورت نه ٿي ٿئي. جوابازي ۽ چوريءَ جون رپورٽون گهٽ ٿيون آهن. اچان به شراب تي بندش لاءِ سخت پرچار جي ضرورت آهي.

---

بابو راجيندر پرساد جي صحت سڌري رهي آهي. ڦڦڙن جي خرابي گهٽجندڙ آهي. ڊاڪٽر بڌنو جي جو خاص پاٽنا کان آيل هو سو اوڏانهن روانو ٿي ويو.

---

بيلپٽ ۾ راجنيتي ڪانفرنس ۱-۲-۳ جون ٿيڻي هئي، پر معلوم ٿيو آهي ته قلات جي ڊسٽرڪٽ ماجسٽريٽ ۱۴۴ قلم لڳائي مهني تائين ڪا به ڪانفرنس سڏائڻ جي بندش وڌي آهي. انهيءَ عرصي لاءِ اهو به بندش ۾ ڄاڻايل آهي ته ٻيا ماڻهو بيلپٽ ۾ ٽوين مان نه لهن.

---

لکنئو جي ويجهو جيڪو هلندڙ گاڏي ۾ ٽپال جو ڌاڙو لڳو هو انجو وڌيڪ احوال آيل آهي ته انهيءَ راتجو ۲ جوان ٽپال جي گاڏي ۾ روالورن سان، ڌوڪي پيا ۽ ٽپال واري کي زوريءَ ڪاڪوس ۾ موڪلي بند ڪيائون ۽ پيءَ اسٽيشن تي گاڏي پهچڻ کان اڳ مال ڪڍي رمندا رهيا. ڪو به ڪونه پڪڙيو آهي ۽ نڪو ٽوٽل چوريءَ جو پتو پيو آهي.

---

اي-وي-ڪامٿ جنهن ويجهڙائي ۾ وچن پوڪطن ۾ آءِ-سي-ايس جي نوڪري ڇڏي آهي سو جلد ڪلڪتي ۾

پهچندو ۽ ڪانگريس سڀا پنهنجي سان پنهنجن آئينده جي رٿن بابت ڳالهه ٻولهه ڪندو.

---

مگن لعل سين "آنند بـزار پتريڪا" ۽ "هندوستان اسٽينڊرڊ" جي جنرل مئنيجر کي ١٢٤ الف قلم (بغاوت جي ڏوهه) هيٺ ۴ مهينا سخت قيد ۽ ٢٥٠ روپيا ڏنڊ جي سزا ملي، ۽ هڪ مهينو وڌيڪ جيل جي سزا ڀوڳيندو. هن تي تهمت هئي ته هو پنهنجي ڊاڪا جيل ۾ بند ڪيل مرڪزي سرڪار جي برخلاف بغاوتي تقرير ڪئي هئي.

فتوا ۾ مئجسٽريٽ چيو ته مان هن ڏوهه کي سخت ٿو سمجهان، ڇاڪاڻ ته هن حالت ۾ ڪنهن اڌ پڙهيل يا جوشيلي جوان تقرير ڪا نه ڪئي آهي، پر جوابدار هڪ وڏي اخبار جي آفيس ۾ مئنيجر آهي. هن ڄاڻي ٻجهي سرڪار جي برخلاف بي بنياد الزام مڙهيا. هنکي اهو معلوم هو ته سندس اهڙو ليڪچر سرڪار لاءِ سخت حقارت ڦهلائيندو.

---

شريمت سڀاش بابو ۽ جناح جي هندو مسلم ناه جي ڳالهين بابت جيڪا ملاقات ٿي هئي، انلاءِ شريمت بوس اخبار وارن کي چيو ته اسان جون ڳالهيون ڳجهيون هيون. مونکي ڏک آهي جو مان هن وقت اهو کولي ٻڌائي نٿو سگهان ته اسان ڪهڙين ڳالهين تي بحث مباحثو ڪيو. اهڙي ريت ٻڌرائي شريمت سڀاش بوس اخبارن وارن کي ڏني جن کيس جناح سان ورهائي وارين ڳالهين ٻولهين بابت ڏنو.

جيڪي ڪي اخبارن ۾ هيلتائين پيو آيو آهي تن لاءِ ماڻهن کي چتاءُ ڪيا ٿيـن ته هو ويڙهو ڳنڍي نه ٻڌن ۽ خاطري ڏنا ٿيـن ته موقعي سر ٻاڻهي کين سڀني حقيقتن کان واقف ڪيو ويندو.

---

پڪي طرح معلوم ٿيو آهي ته سنڌ گورنمينٽ فيصلو ڪيو آهي ته سکر جيل ۾ ملاقاتين لاءِ هڪ شيڊ ٺهرايو وڃي، جتي ملاقاتين جي سهوليت لاءِ تڏو ٻاڻي رکيو ويندو. حال في الحال هڪ ڪچو منهه ٺهرايو ويو آهي جتي ملاقاتي آسائش وٺن ٿا ۽ ملاقات انهن کي صبح جو سويل ڏني ٿي وڃي.

وڌيڪ معلوم ٿيو آهي ته سکر جي مکي دوارڪاداس اٽڪل ٢٠٠ روپيه جيل جي بانيڪارن کي انهيءَ لاءِ ڏنا آهـن ته هو صاحب جيل لاءِ هڪ جادو بتي خريد ڪن جنهن جي وسيلي قيدين کي سکيا ڏني وڃي. مسٽر پي - پي چاندواڻي وري ريڊئي خريد ڪرڻ لاءِ ساڍا ٽي سو روپيا اختياري وارن کي ڏنا آهن.

---

لنڊن جي آبزرور اخبار ۾ مشهور ليکڪ ميجر ييٽس براؤن لکيتو ته مان گهڻيئي دنيا جي مشهور ماڻهن کي گڏيو آهيان پر مونکي، هٽلر جهڙا شيپ خيالـن وارا ماڻهو رڳو هيلتائين ٻه گڏيا آهن هڪ مسٽر گانڌي ۽ ٻيو مسٽر لارينس. هٽلر جا رڳو شڌ خيال هن کي نه پسند پيل آهن پر ٻيون ٻه خاصيتون آهن جو هو هيٺن ورلن ڪري ٿو. گانڌي ۽ لارينس ۾ هڪ عجيب انـدرين جوش

ڇمڪي رهي آهي ۽ اها ساڳي جوت هٽلر ۾ بہ آهي. ٻين وانگر هو بہ پنهنجي خانگي حياتيءَ ۾ سادو ۽ نماڻو شخص آهي. ٻين وانگر ہو انهن کان بہ ڪجھہ وڌيڪ هو عام ماڻهن کي ڪنهن اهڙي عجيب طاقت سان ياڻ ڏانهن ڇڪي ويٺو آهي، هنجي ٻاهرين طاقت کان تہ وڌيڪ ٻيو لڳي. هنجي حياتيءَ ۾ هنکي جيترو عام ماڻهو پسند ڪن ٿا تهڙو منهنجي نظر ۾ ڪنهن کي ڪو نہ پسند ڪيو ويو آهي. تنهن ڪري جيڪي بہ ماڻهو هنجي راڄنيتي ڳالهين کي پسند نٿا ڪن تن کي بہ هنکي صفا وساري نہ ڇڏڻ گهرجي. هي هڪڙو سبب سندس ڪاميابي جو آهي. هٽلر جي طاقت جو ٻيو سبب آهي تہ هو لائق ماڻهو پنهنجي ڪم لاءِ چونڊي ٿو ۽ پنهنجي خيالن کي پوري ڪرڻ لاءِ پورو وقت ڳولهي ڪڍي ٿو. اهوئي سبب آهي جو هو ٻنا ڌپ جي سيني ڪمن ۾ سوڀارو ٿيندو ٿو رهي.

---

سول اسپتال ڪراچيءَ جي مريضن کي خوش رکڻ لاءِ اسپتال ۾ مين بلبل نگہ جي ڀرپاسي ماڙيءَ تي ريڊيو رکيو ويو آهي جتان نرسنگہ هوم جا مريض ۽ ٻيا سيني مشنيشن جا راڳہ ٻڌي سگهندا. اکين جي اسپتال ۾ وري هڪ فونو تمام سٺن رڪارڊن سوڌو مريضن کي خوش رکڻ لاءِ رکيو ويو آهي.

---

سنڌ جو نئون گورنر مسٽر گاريٽ ٻڌڻ ۾ ٿو اچي تہ هوائي جهاز رستي ڪراچيءَ ۾ پهچندو. گورنر سر لانسلاٽ گرهام ١٥ جون صبوح جو ٦ بجي هوائي جهاز رستي ڪراچيءَ مان اُڏامي روانو ٿيندو. نئون گورنر مسٽر گاريٽ شايد ١٥ تاريخ ٩ بجي صبوح جو سيڪريٽريٽ ۾ قسم کڻندو. تنهنجي معنيٰ تہ ٿي ڪلاڪ سنڌ جو گورنر ڪو بہ ڪو نہ هوندو.

---

لاهور جي ڪرشچن ڪاليج جو هڪ پروفيسر چوڻ ۾ ٿو اچي تہ ڪاليج ۾ پڙهندڙ هڪ ڇوڪريءَ سان جيٽري ٿي جيٽري شادي ڪرڻ وارو آهي. چوڻ ۾ ٿو اچي تہ عام ۾ انهي تي تاءُ آهي ۽ هڪ سفارت پروفيسر وٽ ويٺي ۽ کيس چيائونس تہ جيٽري آءِ جيٽري شادي ڪرڻ پاپ، ٻيو نہ تہ پنهنجي شاگرد سان شادي ڪرڻ مناسب نہ آهي. اهو پروفيسر خانگي ريت ڇوڪريءَ کي پڙهائيندو هو.

اهي آهن اڄ ڪالھہ جي تعليم جا اُگرا انگور، جي اڃا ڪيترائي نڪرندا رهندا.

---

بنوءَ طرف سرحد جي هڪ ڳوٺ ۾ ڌاڙيل هڪ سکہ جي گهر ڪاهي آيا ۽ ڇهن مهينن جو ٻار کڻي ٻڇي ٿي ويا. ڳوٺ جي هندن مسلمانن ۽ سکن گڏجي ڌاڙيلن جو مٿا ٻلو ڪيو ۽ بندوقون بہ هلايون. ڌاڙيل ٻار ڇڏي وٺي ڀڳا. (اهو سڀ ايڪتا جو ڪم)

---

پنڊت جواهرلعل نهرو ٣ جون بمبئي بندر تان يورپ جي سير ڪرڻ لاءِ روانو ٿي ويو. آميريڪا، اٽلي، اسپين، مصر ۽ افغانستان وارن وڏن کيس اچڻ لاءِ نيئڊيون ملڻ آهن.

---

Reg No. S. 437. JUNE 1938





## اسان هيءَ واچ ڪمي ماڻهن لاءِ ڏاهي آهي!

هي واچ آهي جا هر ڪو
ڪمي ماڻهو وٺي سگهي ٿو
"ويسٽ اينڊ" واچ ٽيوهن
ورهين ۾ بناوت ۽ مال ۾ بي
عيب. "سيڪنڊس" بنا چاٻيءَ
ليور پاڪيٽ واچ مضبوط سهڻي
پوسي جهڙي آهي. سالن جا
سال پورو وقت ڏيندي.

دي "سيڪنڊس" بنان
چاٻي ليور پاڪيٽ واچ تمام
گهٽ خرچ واري ۽ خاطريءَ
جهڙو پورو وقت ڏيندڙ.

نڪل سلور ٠-٠-١٣ روپيه

وڏو باتصوير ڪئٽلاگ
لکڻ تي مفت موڪليو ويندو

**ويسٽ اينڊ واچ ڪمپني بمبئي ۽ ڪلڪتا**

# WEST END WATCH Co.

BOMBAY CALCUTTA

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿيَ، هي بَمَ- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻَ ۾ رات ڪيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چـالاءِ ۽ ڪـيـئـن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)